نئين سنڌي لئبرري نمبر ٣٠

# شاهنامي دارا شاهه
## يـــا
# قديم ايران جي تاريخ

لکندڙ

## مرزا قليچ بيگ

قيمت ٠-٤-١

١٩٢٦ع

بلئو لسکي پريس، هندو آشرم،
حيدرآباد سنڌ.

# مهني

فردوسيءَ جو شاهنامو مشهور آهي، جنهن ۾ قديم
ايران جي بادشاهن جو احوال ڏنل آهي ۽ منجهس
عجيب غريب ڳالهيون آهن، جنهن گهڻيون خيالي ۽
شاعراڻي ڍؤل جون آهن. انهي قديم تاريخ بابت
ٻيا به ڪتاب نثر ۾ لکيل آهن، جن تان هن ڪتاب جو
مضمون ورتل آهي، جهڙو ته ڪتاب روضة الصفا، جنهن
۾ پڇاڙيءَ تائين احوال ڏنل آهي ۽ ڪتاب تاريخ معجم،
جنهن ۾ فقط نوشيروان تائين احوال ڏنل آهي. پوئين
بادشاهن ۽ عربن جي فتح جو مفصل احوال ڏنو ويو آهي.
انهي تاريخ بابت يوناني ۽ انگريزي ڪتابن ۾
جيڪو احوال ڏنل آهي سو ٿورو گهڻو ٻي طرح جو آهي
پر هي ڪتاب فارسي ڪتابن تي ٻڌل آهي. شروع ۾
پيغمبرن جو مختصر احوال ڏنل آهي، جو گهڻن تاريخن
۾ ايران جي بادشاهن مان ڪي پيغمبر شمار ڪيل آهن،
ته ڀلي خبر پوي ته ڪهڙن بادشاهن جي زماني ۾ ڪهڙا
پيغمبر هئا. پڇاڙيءَ ۾ شاهنامي تان بادشاهن جي
ياداشت ۽ انهن جي بادشاهيءَ جو عرصو ڏنو ويو آهي ۽
انهن جي بادشاهي حضرت عيسيٰ کان ڪيترا ورهه اڳي
يا پوءِ هئي سو به ڏيکاريو ويو آهي. مطلب ته هن ڪتاب
۾ قديم ايران جي تاريخ شروع کان وٺي عربن جي
فتح تائين ڏني وئي آهي. رستم پهلوان جو احوال
مون اڳئي ڌار لکيو آهي.

حيدرآباد سنڌ
فيبروري ١٩٢٥ع

قليچ بيگ

# شاهنامي وارا شاهه

يا

# قديم ايران جي تاريخ

## ديباچو.

پاڪ ڪتابن موجب سڀ آدمي **حضرت آدم** ۽ **بي بي حوا** جو اولاد آهن ۽ حضرت آدم کي انسان ذات جو ڏاڏو ڄاڻن ٿا ۽ خدا جو پهريون نبي شمار ڪن ٿا ۽ کيس صفي الله جي لقب سان سڏين ٿا. سندس عمر هڪ هزار سال لکن ٿا. کيس ويهه پٽ ۽ ويهه ڌيئون ڄايون. مرڻ مهل هن جو سڀ اولاد، پوٽا پڙپوٽا، ملائي چاليهه هزار هئا. سندس پهريان ٻه پٽ قابيل ۽ هابيل هئا، جن مان هابيل صالح هو ۽ قابيل ظالم ۽ انهن جي ۽ انهن جي اولاد جي پاڻ ۾ ناسازي رهي ۽ تنهن ڪري زمين تي هڪ ٻئي کان ڌار وڃي رهيا. مرڻ کان پوءِ سندس جانشين **شيث** ٿيو، جنهن کي هن پنهنجو ولي عهد ڪيو هو. شيث کان پوءِ سندس پٽ **انوش**، پوءِ تنهن جو پٽ **قينان**، پوءِ انهي جو پٽ **مهلائيل**، پوءِ

انهي جو پٽ **برد** جا نشين ٿيندا آيا. انهن کان پوءِ **حضرت ادريس** آدم جي اولاد مان پيغمبر ٿيو، جو حضرت آدم جي وفات کان ٻہ سو ورهہ پوءِ پيدا ٿيو ۽ **حضرت نوح** نبي ٿيو، جنهن جي ڏينهن ۾ پاڻيءَ جو طوفان آيو ۽ ساري خلق ٻڏي وئي. انهي **ڪري** نوح کي آدم ثاني چوندا آهن. حضرت نوح کي ٻارهن پٽ هئا، جي جدا جدا پاڳن ۾ وڃي رهڻ لڳا ۽ جدا جدا شهر ۽ ملڪ ٻڌائون، جي سندن نالن جي پٺيان سڏجن ٿا، جيئن تہ چين، ترڪ، خلخ، روس، صقلاب وغيره. ڪن تاريخن ۾ لکيل آهي تہ طوفان کان پوءِ حضرت نوح جا فقط ٽي پٽ بچيا، جنکي هن جدا جدا ملڪ وراهي ڏنا، هن طرح تہ وڏي پٽ **سام** کي شام ۽ عراق ۽ فارس ۽ خراسان ۽ جزيره ڏنائين ۽ ٻئي پٽ **حام** کي مغرب ۽ حبش ۽ زنجبار ۽ هند ۽ سند ۽ سودان ڏنائين ۽ ٽئين پٽ **يافث** کي چين ۽ صقلاب ۽ ترڪستان ڏنائين. تنهن ڪري انهن ملڪن جا ماڻهو انهن جي اولاد مان سمجهڻ گهرجن. انهن جي اولاد مان **حضرت هود** ۽ **حضرت صالح** نبي ٿيا. حضرت نوح کان ٻارهن سؤ ورهہ پوءِ **حضرت ابراهيم خليل الله** وڏو نبي ٿيو. حضرت ابراهيم کي ٻہ پٽ هئا. هڪڙو **اسماعيل** ۽ ٻيو **اسحاق**، جي ماٿ الفت جي ڪري ڌار رهڻ لڳا. انهي وجهہ حضرت هود

پيغمبر ٻه ٿيو. حضرت اسماعيل ۽ اسحاق کان پوءِ اسحاق جو پٽ **حضرت يعقوب** پيغمبر ٿيو، جنهنکي **اسرائيل** جو نالو مليل آهي ۽ بني اسرائيل انهيءَجو اولاد آهن. حضرت يعقوب کي ٻارهن پٽ هئا، جنمان **حضرت يوسف** نبي هو، جو مصر ۾ فرعون جو وزير ٿيو. انهيءَجي اولاد مان وري **حضرت ايوّب** پيغمبر ٿيو. پوءِ **حضرت شعيب**، پوءِ حضرت **موسيٰ** ۽ **هارون** ۽ پوءِ **حضرت يوشع بن نون** ۽ پوءِ **حضرت الياس**، پوءِ **حضرت اليسع** ۽ پوءِ **حضرت اشموئيل**، پوءِ **حضرت داؤد** ۽ پوءِ **حضرت سليمان** ۽ پوءِ **حضرت يونس** ابن متي، پوءِ **حضرت زکريا** ۽ **يحيٰ**، پوءِ **حضرت عيسيٰ** بن مريم، پوءِ **حضرت جرجيس** ۽ پوءِ **حضرت محمّد صلعم**.

---

# (۱) پيشدادي خاندان جا بادشاه .

## ڪيُومرث.

تاريخ نويسن جو چوڻ آهي ته پهرين پهرين جيڪا
بادشاهي قائم ٿي، سا ايران ۾ پيشدادي خاندان جي
ٿي يعني قاعدي جوڙڻ وارا بادشاه، ۽ انهن جو به پهريون
بادشاه ڪيومرث هو، جنهن کي ماڻهن پسند ڪري
ظلم زبردستي بند ڪرڻ ۽ ملڪرانيءَ جي بندوبست
ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو. ڪيومرث سرياني ٻوليءَ جو
لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي جيئرو ڳالهائيندڙ.
ڪن جو چوڻ آهي ته اهو هن جو نالو نه هو، پر بادشاه ٿيڻ
وقت اهو هن کي لقب ڏنو ويو ۽ سندس نالو هو اسيم ۽
سلم بن نوح جي اولاد مان هو، جنهن کي عرب عام
سڏيندا آهن. ڪن جو چوڻ آهي ته يافث بن نوح
جي اولاد مان هو. مجوسي چوندا ته ڪيومرث خود
حضرت آدم آهي، جنهن کي هو گِل شاه به سڏيندا آهن،
يعني مٽيءَ جو بادشاه، ڇالاءِ جو هو مٽيءَ مان بڻايو ويو

هو ۽ زمين جو پهريون نبي ۽ بادشاهہ ٿيو. ڪنهين بہ صورت ۾ ڪيومرث پهريون شخص هو، جنهن بادشاهي هلائي ۽ عدل ۽ انصاف جو پايو وڌو ۽ لشڪر ۽ مشير رکيا ۽ ملڪن جو سير ۽ سفر ڪيو. هنکي هڪڙو پٽ سيامڪ نالي هو، جو دنيا ترڪ ڪري دماوند جبل ۾ اڪيلو رهندو هو ۽ خدا جي پرستش ڪندو هو. هڪڙي پيري ڪيومرث پٽ جي ڏسڻ لاءِ ويو، پر هٿ نہ آيس. هڪڙي هند جِبَ جو آواز پڌي اوڏي ويو. وڃي ڏسي تہ پٽس قتل ٿيو پيو آهي. انهي وقت کان وٺي جِبَ کي نياڳو بکي سمجهڻ لڳا. ڪيومرث پٽ کي هڪڙي کوهہ يا غار ۾ دفن ڪري مٿس باهہ ٻاري ڇڏيائين تہ مٿان جانور ڪوٺي ڪين نس. انهي وقت کان وٺي مجوسين يعني آتش پرستن ۾ اها رسم پئجي وئي، جا اجا هلي اچي. انهي کان پوءِ ڪيومرث گولا ۾ رهيو تہ جن هنجي پٽ کي ماريو آهي، تنکان ويروٺي. آخر انهي جبل ۾ رهندڙ ڪي ديو يا راڪاس ڏنائين، جنسان وڙهي گهڻن کي ناس ڪيائين ۽ اتي شهر اڏائي ماڻهو وهاريائين. انهيکي طبرستان چوڻ لڳا. وري ايرندي ڏي وڃي بلخ جو شهر پَڌائين ۽ اتي ڏاڍيون خوشيون ۽ مجلسون ڪيائين. هڪڙو پايو بہ هوس، سو بہ پاڻسان ڪري جيڪي جهنگلي قومون هيون ۽ جنکي تڏهن ديو سڏ يندا هئا، تن سان جنگيون

ڪري خلق تان انھنجو آزار لاٿائين. دماوند ۽ بلخ
کان سواءِ اصطخر جو شھر بہ ٺاھيائين ۽ ڪن تاريخن ۾
آھي تہ اردبيل ۽ فلسطين ۽ بابل ۽ قومس ۽ مڪران ۽
جرجان ۽ حمص ۽ سيستان بہ ڪيومرث جا ٻڌل آھن.
ڪنھنجو چوڻ آھي تہ سيامڪ ڪيومرث جو پٽ نہ
ھو، پر پوٽو ھو، جنھنکي ھن پالي وڏو ڪيو ۽ حڪومت
جي تعليم ڏئي پنھنجي جاءِ تي وھاريائين ۽ پاڻ وڃي
گوشہ نشين ٿيو ۽ اميرن ۽ مشيرن کي ھنجي سفارش
ڪري ڇڏيائين. انھي طرح سيامڪ بادشاھي پئي
ھلائي ۽ بھادريءَ سان ديون کي شڪستون ڏيندو رھيو.
پر ھڪڙيءَ جنگ ۾ زخم رسيس، جنھنڪري بستر نشين
ٿي پيو. ڪيومرث جبل مان انھيکي ڏسڻ آيو. سندس
ڏسندي سيامڪ مري ويو، جنھنلاءِ ڪيومرث ڏاڍو
ڏک ۽ ارمان ڪيو. پر سگھوئي سيامڪ جي گھر پٽ
ڄائو، جنھنکي ڏسي ڪيومرث خوش ٿيو ۽ انھيجو نالو **ھوشنگ**
رکيائين ۽ انھيجي پرورش ۽ تعليم جو پورو بندوبست
رکي سيامڪ جي قاتلن جي پٺيان پيو. آخر انھنکي
ھٿ ڪري ماري ساڙي ڇڏيائين. جڏھن ھوشنگ
پاڻھي وڏو جوان ٿيو، تڏھن انھيکي تخت تي وھاري
ڪيومرث وري بہ وڃي جبل ۾ گوشہ نشين ٿي رھڻ
لڳو، جيسين ڪ حياتي پوري ٿيس. ھنجي عمر ھزار

ورھہ جوڻ ۾ ٿي اچي ۽ چاليھہ ورھہ بادشاھي ڪيائين. چونٿا تہ ڪپڙن اُڻڻ ۽ گھوڙن تي زين ۽ لغام سان سواري ڪرڻ جي رسم ھن کان جي ڏينھن ۾ پئي.

## ھوشنگ.

ھوشنگ کي عرب ھوشنج چوندا آھن. ڪن جو چوڻ آھي تہ جيئن ڪيومرث خود آدم آھي، تيئن ھوشنگ کي مھلائيل ٿا چاھن ۽ پڙس کي قينان، جي نالا متي ديباچي ۾ ڏنل آھن. ھوشنگ لفظ جي معنائي ھوش وارو آھي ۽ حقيقت ڪري ھو وڏي ھوش ۽ حڪمت وارو شخص ھو. ھن حڪمت عمليء بابت ھڪڙو ڪتاب تصنيف ڪيو، جو جاودان خرد جي نالي سان مشھور آھي. اھو اصل سرياني ٻوليء ۾ ھو، جو ھارون الرشيد جي وزير فضل بن سھل عربيء ۾ ترجمو ڪيو. عجم جا ماڻھو ھوشنگ کي نبين مان شمار ڪندا آھن ۽ ھنکي عدل ۽ انصاف جو صاحب چاھندا آھن، جنھن کي بادشاھيء ۾ رعيت گھڻو آرام ورتو. ھنکي **طھمورث** نالي پٽ ھو، جو سندس ولي عھد ھو. انھي کي خاص طرح تعليم ڏنائين ۽ جيڪي نصيحتون ھنکي ڏنائين، سي مشھور آھن. انھن مان ڪي مختصر طرح ھتي ڏجن ٿيون:- ڪو بہ حڪم حاجت ۽ دليل ۽ پوري ويچار ۽ صلاح مصلحت کان سواءِ جاري نہ ڪجي. مطلبي ۽ غرض وارن ماڻھن جي صلاح جي

خبرداري ڪرڻ گهرجي. ظالمن ۽ فسادين ۽ رهزنن ۽ شريرن کي مغلوب رکڻ گهرجي. دشمن جي حرڪتن کان غافل نہ رهجي ۽ نہ انهن جي دوستيءَ تي اعتبار رکجي. نيڪ ۽ بيگناهہ ماڻهن جي سنڀال ڪرڻ ۽ انهن کي تڪليف کان بچائڻ ضرور آهي. خرچ يا بخشش ڪرڻ ۾ اعتدال جو درجو نظر ۾ رکجي، حد کان ٻاهر نہ وڃجي، يعني نہ بُخل ڪجي نہ اِسراف. ڪنهن بہ قسم جي ماڻهوءَ ۾ حقارت جي نظر سان نہ ڏسجي. عدل ۽ انصاف جي عادت ڪجي. مال ميڙڻ جو شوق نہ رکجي. دشمن تي غالب ٿجي تہ انهيءَ کي معاف ڪجي ۽ انهيءَ سان صلح ڪجي. جڏهن هوشنگ ڏٺو تہ طهمورث هاڻي قابل ٿيو آهي، تڏهن هن کي تخت تي ويهاري ۽ اميرن کي ٻارت ڪري پاڻ ڪيومرث وانگي وڃي جبل ۾ گوشہ نشين ٿي رهڻ ۽ خدا جي عبادت ڪرڻ لڳو. اتي ديون هن جي مٿان هڪڙي وڏي ڇپ ڪيرائي وڌي ۽ هو اندر غار ۾ دٻجي مري ويو. جڏهن طهمورث کي اها خبر پئي، تڏهن ڏاڍو افسوس ڪيائين. جنهن هنڌ اهو واقعو ٿيو هو، اتي هڪڙو شهر بڻائين، جنهن جو نالو تانخ رکيائين، يعني ڪڙو، جو بوءِ استعمال ۾ ٻانخ جوڙ ۾ آيو. هوشنگ کي ايران جي نالي سان بہ سڏ پيدا آهن، اگرچہ ڪي

چون ڌا تہ ايران کي ايرج جي پٽيان ڏالو مليو. هوشنگ
جي ڏينهن ۾ کاڻين مان لوھ ڪڍيو ويو ۽ انهن مان هٿيار
۽ اوزار ٺهڻ لڳا ۽ جانورن جون کاون لاهي رڱي
پوستينون ڪري ڍڪڻ لڳا ۽ ڪتن کي تعليم ڏئي
شڪار جي ڪم ۾ آڻڻ لڳا ۽ کاڻين مان سون ۽ رپو
ٻہ ڪڍيائون ۽ وڻن جي چانگ ٻہ شروع ٿي. دجلہ
ندي کوٽي جاري ڪيائون ۽ سُوس ۽ ڪُوفہ ۽ بابل جا
شهر پيدا ويا. هوشنگ جي بادشاهي چاليھہ ورھہ هلي.
حضرت ادريس عليہ السلام پيغمبر هنجي زماني ۾ هو.

## طهمورث ديوبند.

طهمورث ديون سان وڙهيو ۽ انهن کي قيد ڪيائين،
تنهنڪري هنکي ديوبند جو لقب مليو. هو ڏاهپ ۽
بهادري ۽ عدل ۽ انصاف ۽ ٻين گڻن جي ڪري مشهور
آهي. هنجي ڏينهن ۾ ملڪ ۾ سخت ڏڪار پيو ۽
ماڻهن کي کاڌي جي لاءِ انّ موجود نہ هو، تنهنڪري
طهمورث حڪم ڪيو تہ ماڻهو هڪ وقتي ماني کائين
يعني رات جي ۽ ٻپهرن واري ماني پين غريبن کي ڏين. انهي
طرح ڏينهن جي روزي رکڻ جي رسم شروع ٿي. اها بہ هنجي
عدل ۽ انصاف جي ڳالھہ شمار ۾ ايندي آهي. شروعات
۾ جيڪي ٻري ٻري جا فسادي ۽ شرير ۽ جهنگلي ماڻهو
هئا، جي انهي وقت جي اصطلاح موجب ديو سڏبا هئا،

تنهن کي جڏهن معلوم ٿيو تہ طهمورث ننڍي عمر جو شاهزادو
آهي ۽ ملڪ سندس پيءُ وزير ٿو هلائي، جو تمام ضعيف
۽ جلد مرڻ وارو آهي؛ تڏهن هو منصوبا ڪرڻ ۽ فساد اٿارڻ
لڳا. حقيقت ڪري ڪيومرث پهرين شڪار گهڻو
ڪندو هو ۽ عيش عشرت ۽ شراب نوشيءَ ۾ مشغول رهندو
هو. پر جڏهن خبر پيس تہ دشمن فساد شروع ڪيو آهي،
تڏهن پيڊي وزير سان صلاح ڪري لشڪر تيار ڪري
جنگ ڪرڻ لاءِ نڪتو. ٽي سؤ هاٿي ساڻ کنيائين ۽
دشمن کي شڪستون ڏئي خراب ڪيائين ۽ پوءِ
پنهنجي ساري ملڪ ۾ گشت ڪيائين. ٽيهہ ورهہ
بادشاهي ڪري وفات ڪيائين ۽ مرڻ کان اڳي
پنهنجي پٽ ۽ ولي عهد **جمشيد** کي وصيتون ۽ نصيحتون
ڪري تخت تي وهاريائين. طهمورث جي راڄ ۾
طبرستان، آمبل، قعذز، اصفهان، مرائن، عراق عرب
۽ ٻيا ڪي شهر پيدا ٿيا. تاريخ ۾ لکيل آهي تہ طهمورث
پنهنجين جنگين ۾ هڪ هزار چار سؤ اسي ديو ماريا ۽ گهڻا
بند ڪيائين، جنهن ڪري ديوبند جو خطاب مليس.
عمر اٺ سؤ ورهہ هيس ۽ بلخ ۾ دفن ڪيو ويو.

## جمشيد.

ڪي لکن ٿا تہ اصل نالو جم آهي ۽ شيد لقب
آهي، جنهن جي معنيٰ آهي سج يا وڏو تارو. ڪي

جمشيد کي سام بن نوح جو پوٽو ڄاڻن؛ ڪي انهيءَ
طهمورث جو پوٽو يا پڙپوٽو به ٿا چون. مطلب ته هو عدل ۽
انصاف ۽ بهادريءَ سان بادشاهي ڪرڻ لڳو ۽ ساڳئي
وقت ۾ عبادت به گهڻي ڪندو هو، جنهنڪري سندس
دعا قبول پوندڙ ٿي. خدا کان دعا گهريائين ته سندس
ملڪ ۽ رعيت ۾ مرض ۽ موت نه ٿئي يا تمام گهٽ ٿئي.
انهيءَ دعا جو اهو اثر ٿيو ته ٽي سؤ ورهه برابر ڪو به
ماڻهو نه مئو. هن جي چڱن ڪمن ڪري هن جي بادشاهي
ساري عالم تي پکڙجي وئي، بلڪ جوڻ ۾ تو اچي ته جن
۽ پرين ۽ حيوانن تي به اُن جو حڪم هلڻ لڳو، جيئن
حضرت سليمان جي نالي چوندا آهن ۽ گهڻن کي انهيءَ
ڪري اهو به گمان آهي ته جمشيد سليمان هو. پر اها
ڳالهه غلط آهي جا لاءِ جو حضرت سليمان پڇاڙيءَ تائين
نبي رهيو ۽ جمشيد پڇاڙيءَ ۾ ڪافر ٿيڻ لڳو ۽ پنهنجي
حڪم ۽ بادشاهيءَ تي مغرور ٿي فرعون وانگي خدائيءَ
جو دم هڻڻ لڳو ۽ ماڻهن کي پنهنجي پرستش ڪرڻ لاءِ
زور ڪرڻ لڳو، ۽ جيڪو نه ڪندو هو، تنهن کي مارائي
ڇڏيندو هو. پهرين هن جي گاديءَ جو هنڌ سيستان ۾
هو، پوءِ فارس ۾ ڪيائين، جتي هاڻي شيراز آهي. اتي
بهار جي شروعات ۾ وڏو جشن ڪيائين، جنهن کي نوروز
سڏيائين ۽ جمشيدي نوروز جي رسم اجا تائين ايران ۾

هلي آئي. حڪيم فيثاغورث يوناني بہ جمشيد جي
زماني ۾ هو ۽ وٽس ملازم هو، جنهن موسيقيءَ جو علم ڪڍيو
۽ راڳ ۽ ساز شروع ٿيا. جمشيد ماڻهن کي وراهي چار قسم
يا فرقا ڪيا. هڪڙا عالم يا لکپڙه ڪرڻ وارا، ٻيا لشڪري
يا جنگ ڪرڻ وارا، ٽيان پوک راهہ ڪرڻ وارا ۽ چوٿان
ڪاسبي يا هنر ۽ ڌنڌي ڪرڻ وارا. انهي طرح ملڪ
جو انتظام تمام چڱو هلڻ لڳو. پر جڏهن هن جي مغز ۾
شيطاني هٺ پوڻ لڳو ۽ پاڻ کي خدا سمجهڻ لڳو ۽ پرستش
ڪرائڻ لڳو ۽ جن عقل وارن منڌس ڳالهہ نہ مڃي
تن کي مارائڻ لڳو، تڏهن ملڪ ۾ فساد شروع ٿيا ۽ انهن
منصوبو ڪري جمشيد جي پائتي **ضحاڪ** کي هن جي جاءِ
تي پادشاه ڪرڻ جي رٿ ڪئي. اهو ضحاڪ عاد
جي قوم ۾ عرب منجهہ رهندو هو، جنهن ڪري کيس تازي
سڏيندا هئا. اهو وڏي لشڪر سان ڪاهي جمشيد تي
آيو. هن جو زور ڏسي ۽ رعيت کي پنهنجي برخلاف
ڏسي جمشيد شهر ڇڏي ڀڄي ويو ۽ سجستان ۾ جبلن
جي غارن ۾ گذارڻ لڳو. اتي جي جابلو ماڻهن جي
ڪنهن زال سان شادي ڪيائين، جنهن مان اولاد بہ ٿيس،
جنمان هڪڙو ڪرشاسف يا گرشاسپ آهي ۽ رستم
انهي جي اولاد مان ٿيو. مطلب تہ اتي جبل ۾ گذاري
هو آخر مري ويو. ڪن جو چوڻ آهي تہ هڪڙي پوري

وڻ ۾ لڪو ويٺو هو تہ ضحاڪ جي ماڻھن اچي انهي وڻ کي ڪرت سان چيريو ۽ انهي ۾ چيرجي مري ويو. جمشيد جي عمر هزار ورهہ ٿا لکن ۽ بادشاهي ست سؤ ورهہ ڪيائين ۽ ڪي ٿا چون تہ ست سؤ ورهہ عمر هيس ۽ ٽي سال باشاهي ڪيائين. حضرت هوُد نبي هنجي وقت ۾ عاد جي قوم لاءِ پيدا ٿيو. جمشيد جي ڏينهن ۾ درزڪو هنر ۽ سڙڪن ٺهرائڻ ۽ کوهن کٽائڻ جو ڪم شروع ٿيو.

## ضحّاڪ تازي.

مٿي چيو ويو تہ ضحاڪ جمشيد جو پائٽيو هو، پر ڪنهنجو لکڻ آهي تہ هنجو پاٽيجو هو. جمشيد جي هڪڙيءَ ڀيڻ جي شادي عرب جي هڪڙي بادشاہ سان ٿي هئي، ۽ ضحاڪ عربي لفظ آهي، جنهنجي معنئ آهي کلندڙ، پر عجم يا ايران وارا انهيڪي بيوُراسپ سڏيندا آهن يعني هزار گهوڙن وارو يا ده آگ، جو هن وٽ ڏهہ هزار گهوڙا رهندا هئا. ڪي وري چون ٿا ده آگ انهيڪري چوندا هئس، جو منجهس ڏهہ عيب هوندا هئا، جو قديم پارسيءَ ۾ آگ چون عيب کي. ۽ ده آگ مان عربن ضحاڪ نالو بنايو. ضحاڪ جي پيءُ جو نالو علوان هو، جنهنکي عجم وارا مرداس ٿا چون. لکيل آهي تہ هو نٺيڪي هوندي هاروت ۽ ماروت جو شاگرد هو ۽

جادو سکيو هو ۽ بيءِ جي منع ڪرڻ تي نہ رهيو ۽ پڻس،
جو بنهنجي پاسي جو بادشاه هو، تنهنکي ماري پاڻ اُتي
جو بادشاه ٿيو. انهيڪري ضحاڪ ظالم ۽ بي ديو ۽
شوخ طبيعت جو ماڻهو هو. جهڙو عرب ۾ رهندو هو
اهڙو هاڻي جمشيد کان پوءِ عجم ۾ بہ رهڻ لڳو، جنهن
ڪري ماڻهو سگهوئي پشيمان ٿيا ۽ کانئس بيزار ٿيڻ
لڳا. ست سؤ ورهہ انهي ظالم سان بادشاهي ڪيائين.
پوءِ اچي هڪڙو مرض ٿيس، جنهنم سندس پنهي ڪلهن
تي پلهاڙيءَ جهڙا بہ زخم ٿيس. ماڻهنجو اهو ويساهہ هو تہ
شيطان سندس ڪلهن تي چمي ڏني، جنهنڪري اُتي
بہ نانگ پيدا ٿيس، جي کيس پياچڪ هڻندا هئا ۽ ماس
يا ميڄالو کائيندا هئا، جنهنڪري هن اها صلاح ڪئي
تہ هرروز هڪڙو ماڻهو ڪهي انهيجو گوشت انهيکي
کارائجي يا طبيبن جي چوڻ تي ماڻهوءَ جو ماس يا فقط
ميڄالو انهن ڦٽن ۾ وجهندو رهجي. ائين ڪرڻ سان
هنکي آرام آيو ٿي، تنهنڪري اهڙو بندوبست ڪيو ويو
۽ حڪم جاري ڪيو ويو تہ هرروز مقرر ڪيل عملدار يا
خانسامان کي بہ ماڻهو ملن، جنکي ماري هو بہ مغز ڪڍي
پهچائي. جڏهن ماڻهن جو ن دانهون خانسامان پڌيون،
تڏهن انهيکي بہ قياس اچڻ لڳو ۽ هو لڪ چوري رڌن ۽
گهڻن جا ميڄالا ڪڍائي اهي ڏيندو هو ۽ ماڻهنکي لڪائي

ڀڄائي ڪيڏو ندو هو، جي ملڪ ڇڏي ڀڄي ويندا هئا.
۽ سڄو رعيت جو اهو حال رهيو. انهي وچ ۾ ماڻهو ضحاڪ
جي ظلم کان ڏاڍا تنگ ٿيا. انهي وقت ڏاري هڪڙي
رات ضحاڪ خواب ۾ ڏٺو تہ ٽي ڄڻا اندر محلات ۾
گهڙي ڪيس مارڻ آيا آهن؛ انهن مان هڪڙي سندس مٿي
۾ گرزهڻي ڪيرايو آهي ۽ ٻين سندس ٻنهن مان ڪل جو
پٽو ڪڍي انهي سان سندس هٿ ٻڌا آهن ۽ پوءِ رسو ڳچيءَ
۾ وجهي دماوند جبل ڏي وٺي وڃي ٻوڙايو اٿن. اهو
خواب ڏسي ضحاڪ ڏاڍو ڊڪي اٿيو ۽ نجومي
گهرائي انهن کان تعبير پڇيائين. هنن چيس تہ جمشيد
جي اولاد مان ڪو ٻار ڄائو آهي، جو ڪيس ماري ڪانس
بادشاهي وٺندو. انهيڪري ضحاڪ پڇا ڪرڻ لڳو.
آخر هڪڙي ڳوٺ ۾ جمشيد جي اولاد مان هڪڙي
شخص **آبٽين** نالي جي زال **فرانڪ** نالي لڌائون، جنهن کي
هڪڙو کير پياڪ ٻار هو، جنهن جو نالو **فريدون** هو.
انهي ريچاري جي گهرتي ضحاڪ جي ڪاهر ٿي ۽
انهيءَ کي مارڻ گهرائين تہ متان وڏو ٿئي ۽ ڪيس ماري.
جهڙي طرح مصر جي فرعون حضرت موسيٰ کي ننڍي هوندي
مارائڻ ٿي گهريو، جنهن ڪري ماڻس درياهہ ۾ لوڙهي ڇڏيس، تهڙي
طرح فرانڪ بہ ضحاڪ جي اچڻ جو پتو پئي ٻڌي پٽ کان ٻار کڻي شهر
ڇڏي ڀڄي وڃي ڪنهن جبل ۾ لڪي. ضحاڪ انهن

جي گهر آيو ۽ فريدون کي نڍي ڪاوڙ مان پٽس کي
مارائي ڇڏيائين. فرانڪ ٻار کڻيو رلندي وتي.
هڪڙو شخص جهنگ ۾ ڏٺائين، جنهن ڳائو مال ٻڌي چاريو.
انهيءَ کي عرض ڪيائين ته ٻار کي کير پياري ۽ رهڻ
لاءِ جاءِ ڏئي. هن ٻار وٺي پنهنجي حوالي ڪيو ۽ انهيءَ
کي پالڻ لڳو ۽ ماڻس به انهيءَ جي سنڀال ٻڌي ڪندي هئي.

ڪن ورهن کان پوءِ جڏهن ضحاڪ جو ظلم تمام گهڻو
ٿيو، تڏهن ماڻهو فساد ڪرڻ لڳا. اصفهان جي شهر ۾
هڪڙو لوهار **گاوه** نالي هو، جنهن جا ٻه ٻيارا پٽ ضحاڪ
جي حڪم سان ماريا ويا هئا، تنهن فساد ڪرڻ جو ارادو
ڪيو. پنهنجو دڪان بند ڪري، چم جو ٽڪر،
جيڪو لوهار باهه وٽ ويهي ڪم ڪرڻ وقت اڳيان چيلهه
کي ٻڌندا آهن، سو هڪڙي لٺ ۾ بيرق وانگي
ٻڌي، اهو جهنڊو ڪري ڪاهي ٿي رکيائين ۽
ضحاڪ جي ظلم جون فريادون ڪندو ماڻهو گڏ ڪندو
هليو هليو. سندس چوڌاري ماڻهو گڏ ٿيندا ويا. ايترا
اچي گڏ ٿيا جو بادشاه جي داروغي کي وڃي مارياٿون،
خزانو پاڃي مال ڪيائون ۽ شهر ورتائون. ضحاڪ جيڪو
لشڪر ساڻن وڙهڻ لاءِ ٿي موڪليو، سو شڪست کائيو ٿي
ويو. انهيءَطرح فتحون ڪندو تمام گهڻي لشڪر سان
گاوه لوهار ضحاڪ تي ڪاهي آيو، سو تڏهن طبرستان ۾

مغزل اندازهو. گاوهہ سان جي امير مددگار هئا، تن جي مرضي
هئي تہ ضحاڪ کي ماري خود گاوهہ کي بادشاهہ ڪجي، جو
هن ڏاڍي همت ۽ بهادري ۽ عقلمندي ۽ سياڻپ ڏيکاري
هئي؛ پر گاوهہ انهي ڳالهہ کان انڪار ڪيو ۽ چيائين تہ
آءٌ لوهار ماڻهو آهيان. بادشاهي جمشيد جي اولاد جو حق آهي
انهيمان ڪو ڳولي هٿ ڪجي. فريدون انهيءَ جي اولاد
مان هو ۽ خبر هيئن تہ رَيَّ جي شهر جي آس پاس ڳنوارن
۾ ٿو رهي. گاوهہ پنهنجن ماڻهن سميت رَيَّ ۾ آيو ۽
فريدون کي ڳولي هٿ ڪري، تخت ۽ ملڪ جو وارث
ٺهرائي، انهيءَ کي ساڻ ڪٺي ضحاڪ تي ڪاهي هليو.
ضحاڪ بہ لشڪر تيار ڪري وڙهڻ لاءِ نڪتو. جنگ
۾ هن شڪست کاڌي ۽ پاڇي نڪتو. گاوهہ جا ماڻهو
پنيان پيس ۽ وڃي پڪڙيائونس ۽ فريدون وٽ وٺي
آيس. هڪڙي گرز ڪڻي سندس مٿي ۾ هڻي ڪيرايس
۽ پن چٽن سندس پٺن جي کل مان پٽا ڪيڏي سندس
پانهون ۽ ٽنگون پڌيون ۽ دماوند جبل ۾ نئي قيد
ڪيائونس. انهي طرح سندس خواب سچو ٿيو. آخر
اتي قيد ۾ مري ويو. ڪن تاريخن ۾ آهي تہ گاوهہ
پهرين ضحاڪ کي قيد ڪري پوءِ فريدون کي ڳولي
هٿ ڪري بادشاهہ ڪيو. ضحاڪ جي پٺي جو نالو
ارداد ٿا چون. هن جي بادشاهي هڪ هزار ورهہ رهي.
حضرت ابراهيم خليل الله هن جي زماني ۾ پيدا ٿيو.

# فريدون .

فريدون آبتين جو پٽ ھو، پر ڪنھن تاريخ ۾ ھو اٿقيان بن جمشيد جو پٽ لکيل آھي. ۽ ڪي جمشيد جي اٺين پيڙھيءَ ۾ ٿا چون. سڀئي تاريخ نويس ھن کي عقل وارو، انصاف پسند ۽ چڱو بادشاھ ٿا چون ۽ انھي ڪري فرخ جي لقب سان ٿا سڏين. جڏھن فريدون تخت تي ويٺو، تڏھن گاوه کي پنھنجو سپھسالار مقرر ڪيائين ۽ روم ڏي موڪليائين ۽ گرشاسپ يا ڪرشاسف، جو پڻ جمشيد جي نسل مان ھو، تنھنکي ۽ نريمان کي ترڪستان تي مقرر ڪيائين. گاوه پنھنجي لشڪر سميت روم ۾ حاڪم ٿي رھڻ لڳو ۽ ويھي ورھ آس پاس جا ملڪ فتح ڪندو رھيو. جيڏي تي ويو اوڏي فتح حاصل ٿي ٿيس. اھو چمڙي وارو جھنڊو ھميشہ لشڪر سان ڪنبو ويو. اٿيس سڄيل ھو تہ اھو برڪت وارو ۽ سڀاڳو آھي. انھيڪي درفش کاوياني جو لقب مليو، جو پوءِ ايران ۾ قائم رھندو آيو. مطلب تہ عراق ۽ اصفھان ۽ آذربائجان گاوھ جي حوالي ھئا. پاڻ اصفھان ۾ اچي رھيو ۽ مال خزانو گھڻو گڏ ڪري ڏيائيءَ جا ڏينھن خوشيءَ سان گذاريائين. جڏھن فريدون گاوھ جي مرڻ جو ٻڌو، تڏھن ڏاڍو ڏک ٿيس ۽ ساري ملڪ ۾ ھڪڙي ھفتي تائين عام ماڻھن جو حڪم ڪيائين ۽ پاڻ بہ اميرن سميت ماتم جون رسمون بجا آندائين ۽

اصفهان ڏي حڪم موڪليائين ته ڳاوهه جي ٻي سڀ
ملڪيت انهيءَ جي وارثن کي ملي سواءِ ڳاوياني جهنڊي
جي، جو گهرائي جواهرن سان جڙائي شاهي خزاني ۾
رکيائين ۽ هميشه جنگ وقت لشڪر جي اڳيان کڻي
هلندو هو، جنهن ڪري پوءِ فتح حاصل ٿيندي هئي.
انهيءَ کان پوءِ ته جيڪو عجم جو بادشاهه ٿيندو هو، سو انهيءَ
تي زيادهه جواهر هڻندو ويو. جڏهن خليفي حضرت عمر
جو زمانو آيو ۽ عربن ايران فتح ڪيو، جنهن لاءِ قادسيه
واري جنگ مشهور آهي، تڏهن انهيءَ جهنڊي وارو چم
ساڙي ڇڏيو ويو ۽ جواهر حقدارن کي ورهائي ڏنا ويا.
فريدون ڳاوهه جا ٻه پٽ **قارن** ۽ **قباد** پاڻ وٽ گهرائي
انهن کي گهڻو مان ڏنو ۽ وڏن درجن تي انهن کي مقرر
ڪيائين. پنجاهه ورهن جي بادشاهيءَ کان پوءِ فريدون
ضحاڪ جي ڌيءَ سان شادي ڪئي ۽ انهيءَ مان ٻه پٽ
ٿيس: هڪڙو **تور** ٻيو **سلم**، پر افسوس جو اهي
تمام شوخ ۽ بد طبيعت ٿيا جهڙو ضحاڪ هوندو هو.
فريدون ايران جي هڪڙي خاندان مان ٻي شادي ڪئي
۽ انهيءَ زال جو نالو **ايران دُخت** هو. انهيءَ مان به
هڪڙو پٽ ڄائس، جنهن جو نالو **ايرج** رکيائين.
انهيءَ کي تمام چڱي تعليم ملي. هو ڏاڍو نيڪ ۽ علم ۽ هنر
وارو ۽ چڱي طبيعت وارو شاهزادو ٿيو. جيترو فريدون هنن

ٻن پٽن کي نالي سنڌ ڪندو هو، اوترو هنن ٻنهي سان زياده محبت هيس. جڏهن فريدون پيرو ٿيڻ لڳو، تڏهن اميرن ۽ وزيرن جي صلاح سان آئنده جي فساد بند ڪرڻ لاءِ پنهنجو ملڪ وراهي ٽن پٽن کي ڏيڻ جو ارادو ڪيائين. روم، مغرب ۽ فرنگستان جا ملڪ سلم کي ڏنائين ۽ چين، ماچين ۽ ترڪستان تور کي ڏنائين ۽ ايران يعني فرات نديءَ کان وٺي جيحون نديءَ تائين جيڪو آباد ملڪ هو، سو ايرج کي ڏنائين. پوءِ ٻن پٽن کي لشڪر ۽ ٻيو مناسب اسباب سامان ڏئي انهن پاسن ڏي روانو ڪيائين ۽ ايرج کي پنهنجو ولي عهد مقرر ڪري پاڻوٽ رکيائين، بلڪ بادشاهيءَ جو سڀ ڪم ڪار انهيءَ کي ڏنائين ۽ پاڻ فقط نالي جو بادشاهہ ٿي آرام سان عبادت ۾ وقت گذارڻ لڳو. مٿي چيو ويو آهي تہ فريدون شروعات ۾ گاوه کي اصفهان ڏي ۽ گرشاسپ ۽ نريمان کي ترڪستان ڏي موڪليو هو. گاوه جي مرڻ کانپوءِ سندس پٽ قارن کي چين ڏي موڪليائين ۽ نريمان کي مازندران ڏي، جو انهي پاسي فساد جو ڊپ هو. پئي انهن پاسن جو ڪم چڱيءَ طرح پورو ڪري آيا. وري نريمان کي هندستان ڏي موڪليائين. هو اتي جي راجا سان صلح ڪري موٽي آيو ۽ وري روم ڏي موڪليو ويو. اُتان بہ فتح ڪري موٽڻ کانپوءِ

نريمان مري ويو ۽ انهيءَ جي جاءِ تي سندس پٽ سام
مقرر ڪيو ويو. هندستان جي مهاراجا البت فساد
ڪيو، تنهنڪري سام بن نريمان کي اوڏي موڪليائين
۽ هن اُتي وڃي فساد بند ڪيو.

هوڏي وري سلم ۽ تورجي روم ۽ چين ڏي ۽
ايرج جي خود ايران ۾ رهڻ ۽ بادشاهي ڪرڻ جي
ڪري هنن ٻن ماٽيلي ڀائن جي دلين ۾ حسد پيدا ٿيو،
خاص جڏهن خبر هين ته سندن پيءُ جي به ايرج سان
گهڻي محبت آهي ۽ هنکي پاڻ سان گڏ رکيو اٿي.
تنهنڪري ارادو ڪيائون ته هنکي ڪنهن تجويز
سان ماري ڇڏين. اها نيت ڪري اُهي ٻئي پاڻ
آذربائيجان ۾ اچي گڏ ٿيا ۽ صلاح ڪري پيءُ ڏي خط
لکيائون ۽ قاصد موڪليائون ته جي ايرج کي به اسان
وانگي ڪو پري ملڪ ڏئي روانو نه ڪندين ته اسين
لشڪر وٺي اچي اوهان سان وڙهنداسين. هي پيغام
ٻڌي فريدون ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ حڪم ڏنائين ته لشڪر
گڏ ڪري هنن تي ڪاهي وڃي هنکي سيکت ڏئي
ڪانئن ملڪ ڦرجي. پر ايرج چڱي نيت ۽ چڱي طبيعت
وارو هو، تنهن پيءُ کي گهڻو سمجهايو ۽ چيائين ته منکي
موڪل ڏيو ته آءٌ پنهنجن ڀائن کي وڃي روبرو سمجهايان
۽ انهن کان معافي گهران ۽ انهنکي سازڻ آڻيان. فريدون

پهرين نٿي سگهيو. آخر راضي ٿي ڌڪي موڪل
ڏنائين ۽ ايرج پائن وٽ ويو. پر ھنن بيحيائن ۽
بيرحمن هڪدم هنکي ماري سندس سسي پئي ڏي
ڏياري موڪلي ۽ چيائون ته اهو اٿئي ايرج جنهن
جي پاسداري تون ڪرين. هي حال ڏسي غم کان
فريدون ڪپڙن جي بدران پنهنجو سينو ڦاڙڻ لڳو.
دنيا کان بلڪل بيزار ٿي پيو ۽ دنيا ترڪ ڪرڻ ۽ گوشه
نشين ٿي وهڻ جو ارادو ڪيائين، مگر پهرين ايرج جي
جاءِ تي سندس جوان پٽ **منوچهر** کي وهارڻ ۽ انهيکي
لشڪر سان سندس ناخلف پٽن کان وير وٺڻ جو مقصد
پيش نظر ڪيائين. اهو مطلب آخر پورو ٿيو ۽ منوچهر
سلم ۽ تور سان وڙهي انهنکي ماريو، جو ذڪر هيٺ ڪرڻ
۾ ايندو. پوءِ گوشه نشينيءَ ۾ گذاري وفات ڪيائين.
پنج سؤ سال سندس بادشاهي هلي. ڪن يهودي
يا عبراني مورّخن جو چوڻ آهي ته توريت ۾ جو نمرود
جو نالو آيل آهي، سو اهوئي فريدون هو. ابوالفدا به
ائين ٿو چوي. ڪي ٿا چون ته اهو ضحاڪ جي نائبن
مان هو، جو مغرب جو حاڪم هو. لکيل آهي ته فريدون
پهريون بادشاهه هو، جو هاٿيءَ تي ويٺو ۽ جنگ جا هٿيار
ڪم آندائين ۽ علم نجوم ڪڍيائين ۽ اصطرلاب
جوڙيائين. ڪن جو چوڻ آهي ته فريدون نبين مان

هو ۽ خدا تعاليٰ جي طرفان هنکي وحي ٿيندو هو ۽ ماڻهن جي حالت سڌارڻ لاءِ ضحاڪ پيدا ٿيو. فريدون جو گهڻو ڪلام آهي، جو عربيءَ ۾ نصيحتن جي صورت ۾ آندل آهي.

## منوچهر.

منوچهر ايرج جو پٽ هو، پر ڪي تاريخ نويس ٿا چون ته هو ايرج جو پاڻيٽيو هو ۽ ڪي پاڻيجو ٿا چونس. پر معتبر حقيقت اها آهي ته ايرج جو پٽ هو. لکيل آهي ته جڏهن ايرج قتل ٿي ويو، تڏهن فريدون کي معلوم ٿيو ته ايرج جي زال، جنهنجو نالو ماه آفريد هو، سا پيٽ سان آهي. آخر اهو ڄائو ۽ منوچهر نالو رکيائينس ۽ تمام عمدي پرورش ۽ تعليم مليس ۽ تمام نيڪبخت ۽ همت وارو ۽ انصاف پسند ٿيو. جڏهن جوان ٿيو ۽ معلوم ٿيس ته سندس ڇاچن سلم ۽ تور سندس پيءُ کي دغا ڪري ماريو هو، تڏهن انهن کان وير وٺڻ جو ارادو ڪيائين ۽ ڏاڏس فريدون به انهيءَ ۾ همٿايس. تمام گهري تياري ڪرڻ لڳو، جنهنم خود فريدون به شامل ٿيو. سلم ۽ تور اهي خبرون ٻڌي ڏڄي ويا ۽ وڪيلن جي هٿان پشيمان ٿيڻ جا پيغام موڪليائون ۽ خواهش ڏيکاريائون ته منوچهر سان اچي ملاقات ڪن. پر فريدون انهنکي اصل منهن ڪو نه ڏنو، بلڪ ورندي ڏنائين ته منوچهر

لشڪر سان ڪاهي اوهان ڏي اچي ٿو. سگهوئي پوءِ
تياري ٿي ۽ منوچهر وڏي لشڪر سان ڪاهي انهن ڏي
ويو. قارن بن گاوه لشڪر جو سپهه سالار هو. آخر
طرفين جي وچ ۾ جنگ ٿي ۽ سلم ۽ تور شڪست کائي
توران ڏي ڀڄي ويا. قارن پٺيان پيو. پٺيانس منوچهر
به قارن جي پٺ ۾ قباد سان ويو. وري به وڃي انهن کي
پهتا ۽ انهن سان جنگ ڪيائون. تور کي ته منوچهر
پنهنجي هٿ سان ماريو ۽ سلم کي وري قارن ماريو.
انهي طرح دشمن کي پورو ڪري هو موٽي آيا. ڪن
تاريخن ۾ ائين به آهي ته منوچهر جو تور ۽ سلم سان وڙهڻ
۽ انهنکي مارڻ فريدون جي مرڻ کان پوءِ ٿيو ۽ ڪي ٿا
چون ته فريدون ايرج جي مرڻ کان پوءِ روئي روئي
انڌو ٿي پيو ۽ منوچهر پنهنجي مڙن سلم ۽ تور سان وڙهي
انهنکي ماري موٽي فريدون وٽ آيو ۽ خوشيءَ کان هنجي
اکين ۾ نور پيدا ٿيو. پوءِ هن منوچهر کي پنهنجي
بجاءِ تخت تي وهاريو ۽ **سام بن نريمان**، جو وقت
جو پهلوان هو، سو سندس وزير ۽ سپهه سالار ڪري
ڏنائين، جو ڪڏهن اتي ايران ۾ رهندو هو ۽ ڪڏهن پنهنجي
وطن سجستان يا سيستان ڏي ويندو هو. هن نيمروز ۽
زابل ۽ ڪابل ۽ هند جا ڀاڱا فتح ڪري ايران سان شامل
ڪرايا. ڪن ورهن کان پوءِ سام کي هڪڙو پٽ

جائو، جنهنجا سڀ وار اڇا هئا. اهڙي قسم جو ٻار اڳي ڪڏهن پيدا نہ ٿيو هو، تنهنڪري ڏسي سام ڏاڍو پشيمان ۽ پريشان ٿيو. اهو هن نئين ڄاول ٻار کي هڪڙي زاهد يا اولياءَ **سيمرغ** نالي جي حوالي ڪيو، جو جبل ۾ رهندو هو ۽ انهيءَ کي انهيءَ جي پرورش ۽ تعليم لاءِ چيائين. اهو ٻار ست ورهه اتي رهيو. پوءِ سام انهيءَ کي وري پنهنجي وطن ۽ قوم ۾ آيو. اڇن وارن جي ڪري هن انهيءَ جو نالو **زال** رکيو يعني پيري زال، اگرچہ فردوسي شاهنامي ۾ سيمرغ ۽ زال جي نسبت ۾ خيالي قصو لکيو آهي. جڏهن منوچهر کي زال جي جمڻ جي خبر ملي، تڏهن انهيءَ جي ڏسڻ جي خواهش ڪيائين ۽ سام کي چيائين تہ انهيءَ کي پاڻ سان وٺي اچي. آخر هو ٻئي محلات ۾ آيا ۽ منوچهر جي حڪم سان نجومين زال جو طالع ڏسي ظاهر ڪيو تہ هي مشهور ۽ زبردست پهلوان ٿيندو ۽ شاهي خاندان کي گهڻي مدد ڪندو. جڏهن سام ۽ زال موٽي پنهنجي وطن ويا ۽ انهي وقت زال وڏو ٿيو ۽ تعليم وٺي قابل ٿيو، تڏهن هنکي نيمروز ۾ حاڪم ڪري رکيائين ۽ هو اتي رهي عدل ۽ انصاف سان حڪومت ڪرڻ لڳو.

حڪومت هلائيندي زال شڪار به ڪندو هو ۽ آس پاس ملڪ به گهمندو هو. هڪڙي پيري گشت

ڪندي سيجستان مان نڪري ڪابلستان ۾ وڃي نڪتو. اهو ملڪ سام جي زيردستيءَ ۾ هو ۽ اتي جو بادشاهہ مهراب سندس ڏل پريندڙ هو. جڏهن زال ڪابلستان ۾ ويو، تڏهن مهراب ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سندس مهماني ڪيائين ۽ هر طرح کيس خوش رکڻ جي ڪوشش ڪيائين، اگرچہ هو بت پرست هو ۽ سام ۽ زال خدا پرست هئا. مهراب کي هڪڙي جوان خوبصورت ڌيءُ روداٻہ نالي هوندي هئي. هڪڙي پيري باغ ۾ گهمندي هن زال کي ڏسي ورتو ۽ موهجي وئي. ماڻهوءَ جي معرفت هڪٻئي جو احوال وٺي هنن پاڻ وٽ آڻائڻ جو ارادو ڪيائين. انهي طرح پئي هڪٻئي کي ڏسي هڪٻئي جا گرفتار ٿي پيا ۽ هڪٻئي سان ڳجهي طرح ملاقات ڪري شاديءَ جو انجام اقرار ڪيائون. پوءِ زال نيمروز ڏي موٽي آيو ۽ سگهو ئي پوءِ پنهنجي پيءُ سام سان گڏ جي وري ڪابلستان ۾ آيو، جتي روداٻہ جي زال سان شادي ٿي ۽ انهيلاءِ بادشاهہ منوچهر جي بہ اڳوات منظوري ورتي هئائون. شاديءَ جو نتيجو اهو ٿيو تہ هنن کي پٽ ڄائو، جنهنجو نالو رستم رکيائون. روداٻہ جمشيد جي اولاد مان هئي. رستم کي انهيڪري ڪابلي سڏ پندا آهن.

پنجاهہ ورهن جي بادشاهيءَ کان پوءِ منوچهر جي

ملڪ تي ترڪستان جي بادشاهه **افراسياب** ڪاهه ڪئي.
هو تور جي اولاد مان هو، تنهنڪري اڳوڻي خانداني
دشمني سندن وچ هلي آئي. جڏهن ترڪن جو لشڪر
ايران جي حد ۾ لنگهي آيو، تڏهن منوچهر لشڪر وٺي
انهيکي سامهون ٿيڻ آيو پر ترڪ زور وارا هئا، تنهنڪري
منوچهر آمل جي مضبوط ڪوٽ ۾ وڃي پناهه ورتي ۽
افراسياب پنهنجا ترڪ وٺي آڻي انهيکي گهيرو ڪيو.
جڏهن گهيرو گهڻا ڏينهن هليو ۽ منوچهر تنگ ٿيو، تڏهن
تحفا موڪلي صلح ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين؛ پر
افراسياب صلح ڪرڻ نه گهريو، اگرچه سندس ترڪي
لشڪر ۽ عملدار تڪجي پيا هئا ۽ صلح لاءِ خواهشمند ٿيا،
پر جڏهن افراسياب نه مُڙڻ جي ڪئي، تڏهن ارادو
ڪيائون ته رات جو هنجي مرضيءَ کان سواءِ ڪوچ
ڪري هليا وڃن. افراسياب اهو حال معلوم ڪري
لاچار منوچهر سان صلح ڪرڻ تي راضي ٿيو. ٺهراءُ ٿيو
ته جبل جي چوٽيءَ تان آرش پهلوان تير اُڇلائي؛ جتي
تير ڪري اُها حد ايران ۽ ترڪستان جي مقرر ٿئي.
آخر ائين ڪيو ويو ۽ تير آرش اهڙي زور مان هنيو، جو
جيحون نديءَ جي ڪناري تي اچي پيو. نديءَ جي
ايرندي وارو ملڪ جنهنکي ماوراء النهر چوڻ لڳا، سو
افراسياب جو ٿيو. انهيطرح جنگ پوري ڪري صلح

قائم ڪري منوچهر طبرستان مان نڪري رَئي جي ولايت ۾ آيو ۽ اتي پنهنجو سڀ لشڪر ۽ سردار ۽ امير اُمرا گڏ ڪري انهن جي آڏو ڀيهي هڪڙي تقرير ڪيائين، جا ڪتابن ۾ مشهور آهي. انهي ۾ هن بادشاهن ۽ رعيت جي فرضن جو ذڪر ڪيو ۽ ملڪ کي آباد ڪرڻ لاءِ نصيحتون ڪيائين ۽ رعيت انجام ڪيو ته آئندي هو انهن تي عمل ڪندا. انهيڪان پوءِ منوچهر آرام سان بادشاهي ڪئي. جڏهن سوا سؤ ورهہ بادشاهي ڪري رهيو، تڏهن پنهنجي پٽ **نوذر** کي ولي عهد مقرر ڪري ۽ امير امرائن کي پارت ڪري وفات ڪيائين. تاريخ نويسن جو چوڻ آهي ته حضرت شعيب ۽ حضرت موسيٰ هنجي زماني ۾ پيدا ٿيا ۽ حضرت يوشع بہ انهيءَ زماني ۾ هو. فرات ندي منوچهر کوٽائي عراق ۾ آندي ۽ ملڪ ۾ باغ ۽ وڻ رکايائين.

## نوذر.

هو ملڪ جو انتظام برابر رکي نہ سگهيو، تنهن ڪري ملڪ ۾ هرطرح ضعف پيدا ٿيو. اهو حال ڏسي ايران جا قديمي دشمن ترڪ انهي تي ڪاهڻ لڳا. انهي وقت ترڪستان جو بادشاهہ پشنگ هو، جو افراسياب جو وڏو پٽ هو. انهيکي تور جو وير منوچهر جي اولاد کان وڻ وسري ڪين ويو هو، تنهن

پنهنجا پٽ ۽ عزيز خويش گڏ ڪري سڀني کي چيو ته
ايران جي ملڪ جو انتظام بگڙيل آهي، تنهنڪري
ويرونڙ ۽ ملڪ فتح ڪرڻ جو چڱو وجهه آهي. سو
چار لک سوار ۽ پيادا وٺي ايران تي ڪاهي آيو.
نوذر هڪدم قاصد سجستان ڏي موڪليو ۽ سام بن
نريمان کان مدد گهرايائين. سام لشڪر گڏ ڪرڻ
لڳو، پر هن جي عمر اچي پوري ٿي ۽ هو مري ويو. هن جي
مرڻ جي خبر ٻڌي افراسياب ڏاڍو خوش ٿيو ۽
تڪڙو تڪڙو مازندران جي رستي روانو ٿيو. هوڏي
نوذر به لشڪر سميت مازندران ۾ آيو، جتي طرفين
جي وچ ۾ لڙائي ٿي. انهن ڏينهن جي رسم موجب
جنگ شروع ٿيڻ کان اڳي هڪڙي طرف جو پهلوان
نڪري اچي وچ تي بيهندو هو ته ٻئي طرف جو ڪو
ساڻس وڙهي. انهي طرح ٻه ٻه وڙهي پوءِ عام
جنگ لڳندي هئي. انموجب ترڪن جي پاسي کان
**بارمان** نالي پهلوان نڪري ويڙهه لاءِ هاڪارڻ لڳو.
ايرانين جي لشڪر مان قباد بن گاوه ساڻس وڙهڻ
لاءِ آيو، پر بارمان هن کي ترار هڻي ماري ڇڏيو. پوءِ ته
اچي عام جنگ لڳي ۽ قارن بن گاوه ڏاڍي بهادري
ڏيکاري ۽ ذري گهٽ افراسياب شڪست ٿي کاڌي،
پر اوچتو ڪڪر گڏ ٿيا ۽ اونداهي ٿي تنهنڪري

طرفين ڏار ٿي ويٺي رهيا. نوذر پنهنجو ضعف ڏسي
رات جي عرصي ۾ پنهنجن ٻن پٽن **طوس** ۽ **گستهم**
کي قارن سان گڏي فارس ڏي موڪليو ته اُتان
واسطيدار ماڻهو ۽ نازڪ اسباب سڀ کڻي البرز جبل
جي قلعي ۾ وڃن. جڏهن افراسياب کي اها خبر
پئي، تڏهن هن **بارمان** ۽ **قراخان** کي هنن جي پٺيان
موڪليو. اُڌي وڃي هنن کي رستي ۾ پهتا ۽ سندن
وچ ۾ لڙائي ٿي، جنهن ۾ قارن بارمان کي ماريو. پٺ
تي نوذر پنهنجن ماڻهن سميت قيد ٿي پيو. افراسياب
انهيءَ کي قتل ٿي ڪرايو، پر سندس ڀاءُ **اغريرث**
سمجهايس ته ڀلي قيد رهن، تنهنڪري افراسياب اغريرث
کي حڪم ڏنو ته هنن سڀني کي ساري جي قلعي ۾
وڃي بند ڪري. جڏهن افراسياب موٽيو ۽ جيحون
ندي لنگهي پار پيو، تڏهن تيهه هزار ماڻهو ٻن سردارن
سان سجستان ڏي موڪليائين انهيءَ لاءِ ته هتان نيمروز
جا پهلوان نوذر جي مدد لاءِ اچن. انهيءَ وقت سام
مري ويو هو ۽ سندس پٽ زال بادشاهه هو ۽ انهيءَ جي
طرفان مهراب ڪابلي نيمروز جو حاڪم هو. مهراب
ترڪن جو لشڪر ڏسي ڏٺو ۽ ڄاتائين ته هنن سان
پڄي نه سگهندو، تنهنڪري لاچار ساڻن صلح ڪيائين
۽ چيائين ته آءٌ اصل ضحاڪ جي نسل مان آهيان،

مگر لاچار فريدون جي اولاد سان شامل ٿيو آهيان؛ ھاڻي جڏھن اوھين زور وارا آھيو ۽ فتح ڪئي اٿو، تڏھن آءٌ اوھان سان شامل آھيان. ڳجهي طرح هڪڙو قاصد زال ڏي اطلاع لاءِ موڪليائين. زال تمام وڏو لشڪر سيستان مان وٺي تڪڙو تڪڙو آيو ۽ ترڪن کي وڪوڙي ويو ۽ انھنکي ماري چٽ ڪري ڇڏيائين. جڏھن اھا خبر افراسياب کي پھتي، تڏھن ھن ھڪدم ڪاوڙ کان نوذر کي گھرائي قتل ڪرائي ڇڏيو. انھي طرح نوذر سندس ورھن جي بادشاھيءَ کان پوءِ مارجي ويو ۽ ايران افراسياب جي قبضي ۾ آيو.

## افراسياب.

جڏھن افراسياب ڏٺو تہ ايران جو بادشاھ ڪونھي، تڏھن ھڪدم اھو پنھنجي قبضي ۾ آڻڻ لڳو ۽ انھي تي سختيءَ سان حڪومت ڪرڻ لڳو. ھو ظالم بادشاھ ھو، تنھنڪري ٿوري عرصي ۾ ملڪ ۾ ڦڙ ڦوٽ پئجي ويو ۽ ڏڪار منھن ڏيکاريو. قارن بن ڪاوه پنھن ايراني اميرن سان صلاح ڪئي تہ بھادريءَ سان ٻاڻ کي ھن ظالم کان آزاد ڪرائبو تہ چڱو، نہ تہ ٻيو رستو ڪونھي. تنھنڪري ڪي ماڻھو افراسياب جي ڀاءُ اغريرث ڏي موڪليائون، جنھن وٽ ايراني قيد ھئا ۽ جنھنجي نسبت ۾ خبر ھين تہ ھو رحمدل آھي ۽ ايرانين تي

مهربان آهي. انهيکي عرض ڪرڻ جو ارادو ڪيائون
تہ جڏهن هاڻي حڪومت ترڪن جي ٿي آهي، تڏهن
ايراني قيدين کي آزاد ڪري ۽ ارادو ڪيائون تہ
انهيءَ اجڻ کان پوءِ لشڪر گڏ ڪري زال جي
مدد سان ايران وري ترڪن جي هٿان ڇڏائين.
انهي ڪم لاءِ پهرين زال سان مشورت ڪيائون.
زال کي اها صلاح پسند آئي ۽ **ڪشواد** پهلوان کي
وفد، سان گڏ ئي اغريرث ڏي موڪليائين. هو پنهنجي
ڪم ۾ ڪاميابُ ٿيو ۽ ايراني قيدي ڇڏائي زال وٽ
آيو، جو ڏاڍو خوش ٿيو. پوءِ سڀني گڏجي نوذر بادشاہ
جي مرڻ جي لاءِ دستوري رسم ماتم جي ڪئي ۽
پوءِ ملڪ جي انتظام جو بندوبست ڪرڻ لڳا. سگهوئي
معلوم ٿين تہ ايرانين جي قيدين ڇٽڻ جي ڪري
افراسياب ڏاڍو ڪاوڙيو آهي ۽ پنهنجي ڀاءُ اغريرث
سان تڪرار ڪيو اٿس ۽ انهيکي عذاب ڏنو اٿس ۽
وري سرنئو ايران تي ڪاهي اچڻ ۽ ظلم شروع ڪرڻ
جو ارادو ڪيو اٿس. تنهنڪري زال جلدئي لشڪر
گڏ ڪرڻ لڳو ۽ پرپهرين ايران ۾ نوذر جي جاءِ تي ڪنهن
بادشاہ ٺاهڻ جي رٿ ڪيائين. انهي لاءِ **زاب بن
طهماسپ بن منوچهر** کي چونڊيائين.

## زاب يا زو بن طهماسپ بن منوچهر.

زاب کي ايران جو بادشاهه مقرر ڪري ۽ پنهنجي
ملڪ نيمروز جو به پورو بندوبست رکي پاڻ زال زاب جي
خدمت ۾ رهيو ۽ وڏو لشڪر گڏ ڪري افراسياب سان
وڙهڻ لاءِ نڪتو. اها خبر پئي ته افراسياب به فارس مان
روانو ٿيو. آخر ٻنهي طرف اچي گڏيا ۽ سخت جنگ لڳي،
جنهن ۾ زاب ۽ زال فتح ڪئي ۽ افراسياب شڪست کاڌي؛
مگر پوءِ به ستن مهينن تائين ترڪن ۽ ايرانين جي جنگ
پئي هلي. انهي وچ ۾ ملڪ جو خراب حال ٿي ويو ۽
ڏڪار اچي پيو. ٻنهي طرف وڙهي وڙهي بيزار ٿي پيا.
نيٺ افراسياب ايران جي دعوا ڇڏي. ڪن جو لکڻ آهي
ته افراسياب ٻارهن ورهيه ايران جو بادشاهه ٿي رهيو هو ۽
افراسياب لفظ جي معني جا نداهه جو هڪڙو پُڙ آهي. زاب
عمر جو اٺ ورهيه مس هو. ڏُڪار جي نظر تي زال جي صلاح سان
زاب ستن ورهن تائين ماڻهن کي ڍل جي معافي ڏني ۽
جيڪي شهر ۽ واهه افراسياب ڦٽائي خراب ڪري ڇڏيا
هئا، سي وري آباد ڪيائين ۽ کوٽايائين ۽ دوآب يا ٻه
نديون عراق ۾ آندائين، جنهنکي آئين درآئين ٿا چون.
انهي طرح ملڪ جو گهڻو سڌارو ٿيو ۽ ماڻهو آرام سان
گذارڻ لڳا. جڏهن زاب مرڻ کي ويجهو ٿيو، تڏهن
بادشاهيءَ جي واڳ پنهنجي پاٽئي **گرشاسپ** کي

ڏنائين. انهي جي ماءِ حضرت يعقوب جي پٽ ابن يامين، حضرت يوسف جي ڀاءُ جي ڌيءُ هئي. ڪنهجو چوڻ آهي تہ گرشاسپ ۽ زاب گڏ بادشاهي ڪئي ۽ ڪي چون ٿا تہ گرشاسپ ويهہ ورهہ ايران جي بادشاهي هلائي. اهو پيشدادي شاهي خاندان جو پوئيون بادشاهہ هو، جو انهيڪان پوءِ ڪياني خاندان جا بادشاهہ شروع ٿيا.

---

## ( ٢ ) ڪياني خاندان جا بادشاه.

### ڪيَقباد.

ڪياني خاندان جو پهريون بادشاهه جنهن ايران تي بادشاهي ڪئي، سو ڪيقباد هو. پهلوي ٻوليءَ ۾ ڪئي چون زبردست بادشاهه کي. هو عدل ۽ انصاف ۽ سخاوت ۽ فضيلت وارو بادشاهه هو ۽ گهڻو خزانو هوس. هو نوذر بن منوچهر جي اولاد مان هو. گرشاسپ جي مرڻ کان پوءِ ايرانين هڪڙي بادشاهه چونڊيو ۽ سو نو جڻ مٿي تي رکيائونس. هن زال جي پٽ رستم دستان کي پنهنجو سپه سالار ڪيو. شروع کان ئي افراسياب سان جنگ ڪرڻ جي ڪمر ٻڌائين. لشڪر جي ٻهرئين ڀاڱي جا سردار رستم زابلي ۽ مهراب ڪابلي ۽ قارن بن گاوه ۽ ڪشواد (زرين ڪلاه) مقرر ڪيائين ۽ انهنجي پنيان ٻئي لشڪر ۾ ايراني پهلوانن سان گڏ پاڻ ڪيقباد روانو ٿيو. هوڏي سندن مقابلي لاءِ ترڪن جو بادشاهه افراسياب تمام وڏي لشڪر سان سنبري آيو. نيٺ جنگ لڳي، جنهنم رستم پهلوان ڏاڍي بهادري ڏيکاري.

لیکن ٿا تہ وڙهندي صفون چيريندي افراسياب تائين
پهتو ۽ ڪمند وجهي ڇڪي گهوڙي تان لاهي پيادو
ڪيائينس ۽ پوءِ ڪمند سان گهليندو ويس. رستمي
۾ افراسياب تجويز ڪري ڪمند ڀاڄ منجهان ڪيڏي
هڪڙي مُردي سپاهيءَ ۾ ڪٽي وڌو، جو رستم گهليندو
ڪيقباد تائين نيو ۽ انهي وچ ۾ افراسياب نڪري
ڀڄي ويو. رستم کي چُوڪ جي خبر بادشاهه وٽ
پئي، جتي هو ڏاڍو شرمندو ٿيو. مطلب تہ افراسياب
شڪست کاڌي ۽ رستم جي پهلواني ڏسي حيران ٿي
ويو ۽ هڪدم صلح جو پيغام موڪليائين ۽ چوايائين
تہ جيڪو ڀاڱو اڳي ايران مان ورتو هئائين يعني
جيحون نديءَ جي ڪناري کان وٺي روم ۽ هند
تائين، سو بہ موٽي ڏيڻ جو انجام ڪيائين. ڪيقباد
گهڻو آزمودگار ڪين هو، تنهن خوشيءَ سان صلح
ڪرڻ تي خوشي ڏيکاري، اگرچہ رستم صلاح
ڏني تہ صلح نہ ٿئي، جو ڀڪ هيس تہ انهي
صلح تي گهڻو ڀروسو رکڻ نہ گهرجي. پر انهي هوندي
بہ نيٺ صلح قائم ٿيو ۽ افراسياب پنهنجي ملڪ
ڏي روانو ٿيو ۽ ڪيقباد رستم ۽ ٻين پهلوانن کي انعام
اڪرام ڏئي فارس ڏي روانو ٿيو، جتي گاديءَ جو
هنڌ اصطخر شهر هو. اتي رهي باقي حياتيءَ جا ڏينهن

صالح ۽ ساٺت سان گذاريائين. سندس بادشاهي سؤ
ورهه ۽ ڪنهنجي چوڻ موجب سوا سؤ ورهه هئي. تاريخن
موجب حضرت الياس ۽ اليسع ۽ اشموئيل ۽ حزقيل،
اهي سڀئي نبي ڪيقباد جي زماني ۾ هئا ۽ هو به انهن
جي دين تي هو ۽ خدا پرست هو. هنجي ڏينهن ۾ گاديءَ
جو هنڌ اصفهان ٿيو.

## ڪيڪاؤس.

ڪيقباد جي مرڻ تي سندس پٽ ۽ ولي عهد
ڪيڪاؤس بادشاهه ٿيو. ڪي هنکي سندس ڏهٽو
به ٿا لکن. هو تمام ٿلهو ۽ مضبوط ۽ خوفناڪ شڪل جو
هو. سيڪو گهوڙو هنکي کڻي نه سگهندو هو. هنجي
طبيعت ڦرندڙ هئي، ڪڏهن هڪڙيءَ ڳالهه تي ۽
ڪڏهن ٻيءَ ڳالهه تي بيهندو هو. اڪثر سندس خيال
۽ ڪمَ عقل ۽ فهم ۽ آزمودي وارن جهڙا نه هوندا هئا.
عرب ۽ عجم جا ماڻهو آڻي پنهنجي لشڪر ۾ گڏ ڪيائين،
پوءِ مازندران تي ڪاهه ڪيائين. مازندران جابلو
ملڪ هو ۽ منجهس مضبوط قلعا هئا. اتي جو بادشاهه
هڪڙي قلعي ۾ وڃي ويٺو ۽ ڪيڪاؤس انهيکي اچي
گهيرو ڪيو. اهو گهيرو گهڻو وقت هليو، آخر هو قلعو
وٺي نه سگهيو. ارادو ڪيائين ته ٺڳي ۽ مڪر سان
قلعو وٺجي، سو هيئن ڪيائين ته ڪوچ جو حڪم

ڏئي، تنبو پُٽي پٽ تي موٽيو ۽ هڪ ٻه منزل ڪري ٻه
ويو. پٽ تي ڪي ماڻهو ڇڏيائين، جن گهڻو مال قلعي
وارن سان مٽائي اَنّ خريد ڪيو ۽ پوءِ انهيءَ کي باهه
ڏئي انبارن جا انبار ساڙي ڇڏيائون ۽ ظاهر ائين
ڪيائون ته اتفاق سان باهه لڳي. قلعي وارن
سمجهيو ته ايراني بادشاهه لشڪر وٺي ٽڪجي موٽي
هليو ويو، تن خوشيءَ سان انهن واپارين سان اَنّ وغيره
جا سودا ڪيا. پر جڏهن اَنّ سڙي ويو ۽ قلعي ۾ گهڻو
ڪاڏو نه رهيو، تڏهن ڪيڪائوس اوچتو لشڪر وٺي
موٽي اچي قلعي کي وڪوڙيو ۽ فتح ڪيائين ۽
انهيءَ کي ڊاهي پَٽ ڪري ڇڏيائين ۽ ماڻهو مارائي رت
جا درياهه رهائي ڇڏيائين ۽ بي انداز مال خزانو گڏ
ڪري وطن تي آيو. گهڻين تاريخن ۾ آهي ته ڪيڪائوس
مازندران ۾ گرفتار ٿي پيو ۽ هڪڙي قلعي ۾ قيد ڪيو
ويو، جتان رستم پهلوان اچي ڇڏايس ۽ دشمن کي قتل
ڪيائين. انهيءَ کان پوءِ ڪيڪائوس هندستان ڏي
ويو ۽ انهيءَ جا ڪي ڀاڱا ورتائين ۽ پوءِ اتان سيستان ۾
آيو، جتي رستم رهندو هو. انهيءَ سندس مهمانيون ڪيون
۽ پيون گهڻيون خدمتون چاڪريون ڪيائينس. انهيءَ
طرح ڪي ڏينهن نيمروز ۾ گذاري خير ۽ خوشيءَ سان گاديءَ
جي هنڌ ڏي موٽيو. سگهوئي پوءِ يمن پاها ماوارن جي

بادشاهہ تي ڪاهڻ جو ارادو ڪيائين، اگرچہ وزيرن **اميرن**
انهيءَ سفر کان کيس منع ڪئي. يمن جو بادشاهہ **ذوالاذخار**
هن سان پڄي نہ سگهيو ۽ ڀڄي ويو. ڪيڪاؤس کي
معلوم ٿيو تہ يمن جي بادشاهہ جي ڌيءَ تمام خوبصورت
آهي، تنهنڪري انهيءَ پاڻهن ونڻ جي ڪوشش ڪيائين
۽ اهو شرط صلح جي لاءِ مقرر ڪيائين. يمن جي بادشاهہ
لاچار اها ڳالهہ قبول ڪئي ۽ ڌيءُ جو سڱ هنکي ڏنائين.
انهيءَ شاهزاديءَ جو نالو سوداٻہ هو. ڪيڪاؤس ۽
سندس سردار بيخبر خوشي ۽ عيشن ۾ مشغول هئا تہ
يمن جي بادشاهہ اوچتو ڪيڪاؤس ۽ طوس ۽
گستهم ۽ ٻين پهلوانن ۽ اميرن کي ڪٺي قيد ڪيو
۽ هڪڙي قلعي ۾ بند ڪري وهاريو. رستم پهلوان
جي ڪَن تي جڏهن اها ڳالهہ پئي، تڏهن هزار ماڻهو ساڻ
ڪري يمن ۾ آيو ۽ اتي جي بادشاهہ سان صلح ڪري
ڪيڪاؤس ۽ سندس اميرن کي قيد مان ڪڍايائين
۽ سوداٻہ کي بہ وڏي شان مان سان بادشاهہ ڏي ڏياري
موڪليائين. انهيءَ وچ ۾ افراسياب جڳو وجهہ ڏسي لشڪر
وٺي ايران جا ڪي ڀاڱا فتح ڪري ماڻهو ماري ملڪ
لٽي ڦري هليو ويو ۽ ڪيڪاؤس جي آزاد ٿيڻ جو
ٻڌي موٽي ترڪستان ۾ آيو ۽ سرنؤ تياري ڪرڻ لڳو.
ڪيڪاؤس آزاد ٿيڻ شرط رستم کي سيستان ۽

ڪابلستان جو حاڪم مقرر ڪيو ۽ تهمتن ۽ پهلوان
جهان جو لقب ڏنائينس ۽ بادشاهاڻي خلعت بہ عطا
ڪيائينس ۽ چانديءَ جي تخت تي ويهي حڪومت
ڪرڻ جي اجازت ڏنائينس. انهوجب رستم پنهنجن
پنهي ملڪن جي تخت شهرن نيمروز ۽ ڪابل ۾ رهي
عدل ۽ انصاف ۽ همت ۽ بهادريءَ سان حڪومت ڪرڻ
لڳو. ۽ ڪيڪاؤس بہ پنهي پيري تخت تي وهڻ کان
آرام سان بادشاهي ڪرڻ لڳو.

ڪيڪاؤس کي سوداہ کان سواءِ ٻي راڻيءَ مان
هڪڙو نهايت خوبصورت ۽ عقلمند پٽ **سياوش** نالي
هو، جنهن رستم پهلوان جي نظرهيٺ پرورش ۽ تعليم
حاصل ڪئي هئي، جنهنڪري پهلوانيءَ ۽ بهادريءَ
جا گهڻا هنر ايندا هئس. انهيڪري هو ملڪن ۾
مشهور ٿي ويو هو. اهو رهندو ئي رستم وٽ هو. جڏهن
ڪيڪاؤس قيد کان ڇٽي وري اچي تخت تي ويٺو،
تڏهن رستم ڏي لکيائين تہ انهيکي ڏانهنس ڏياري
موڪلي. انهوجب رستم شاهزادي کي وڏي شان
شوڪت سان بادشاهہ ڏي ڏياري موڪليو. بادشاهہ
هنکي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. هو خوبصورت ۽ خوش طبع
هو، تنهنڪري سوداہ هن تي موهجي پئي. سندس
چوڻ موجب بادشاهہ شاهزادي کي حرمسرا ۾ آڻايو.

سوداٻہ کي جڳو وجهہ مليو، تہ هنکي پنهنجي محبت ڏيکاري. سياوش هنجو مطلب سمجهي ننڍائي حرمسرا مان نکري ويو ۽ وري اچڻ جو ارادو نہ کيائين. سوداٻہ جا سندس لاءِ ديواني هئي، سا هنمان نااُميد ٿي بدلي سندس دشمن ٿي ۽ هن تي کوڙي تهمت شرم ۾ خيانت ڪرڻ جي بادشاهہ وٽ کيائين. سياوش گهڻوئي پنهنجي بيگناهي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر پٽس کي اعتبار نہ آيو. آخر ٺهراءُ اهو ٿيو تہ اڳوڻي زماني جي رسم موجب سياوش ۽ سوداٻہ ٻئي باهہ جي مچ مان لنگهن؛ جيڪو سچو هوندو سو نہ سڙندو ۽ جيڪو ڪوڙو هوندو سو سڙندو. سياوش باهہ جي مچ مان لنگهي ويو ۽ سندس وار کي بہ ڌوڪو نہ رسيو. سوداٻہ باهہ ۾ گهڙڻ کان اصل انڪار ڪيو، جو پڪ هيس تہ پاڻ قصوروار آهي. بادشاهہ سياوش مان راضي ٿيو ۽ هنکي پيار ڪيائين ۽ سوداٻہ کي سزا ڏيڻ جو ارادو ڪيائين، پر سياوش جي منت آزيءَ تي هنکي معافي ڏنائين.

انهي وقت بادشاهہ کي خبر پهتي تہ افراسياب وڏي لشڪر سان جيحون ندي لنگهي بلخ ۾ اچي منزل ڪئي آهي ۽ جنگ ڪرڻ جو ارادو اٿس. ڪيڪائوس اوڏي وڃڻ جو سعيو ڪيو، پر پٽس سياوس چيو تہ آءٌ

هنن جي جنگ لاءِ وڃان ٿو. هن جو شوق ڏسي بادشاهہ اجازت ڏنيس ۽ هو ٻارهن هزار سوار ۽ ٻارهن هزار پيادا وٺي روانو ٿيو ۽ رستم کي ٻہ مدد لاءِ چوڻ واسطي نيمروز ڏي ويو. رستم هنن جي چڱي استقبال ۽ مهمان نوازي ڪئي ۽ چاليهہ ڏينهن اتي رهي خوشيءَ ۾ وقت گذاري ايرندي ڏي روانا ٿيا، جيڏي افراسياب اٿل هو. جڏهن طرفين جي وچ ۾ باقي ٻہ منزلن جو پنڌ وڃي بچيو، تڏهن افراسياب تي راتيون برابر بڇڙا خواب لڌا، جنهن ڪري سندس دل ۾ وسوسو پيدا ٿيو ۽ جنگ ۾ فتح جي اُميد ڪانہ ڏٺائين، تنهنڪري پنهنجي ڀاءُ ڪرسيوز جي هٿان ڪي مناسب تحفا سياوش ۽ رستم ڏي موڪليائين ۽ صلح جي رٿ پيش ڪيائين. هنن پاڻ ۾ صلاح ڪري اهو جواب موڪليو تہ اسين صلح ڪنداسين بشرطيڪ جيڪي ايران جي حدّ تي ڦرلٽ ڪري ويا آهيو سو موٽائي ڏيو ۽ جيڪي شهر ويران ڪيا اٿو سي آباد ڪريو يا انهي جي چٽي ڀري ڏيو ۽ انجام جي پورائيءَ لاءِ سؤ چونڊيل ماڻهو اسان وٽ اول ۾ رهڻ لاءِ موڪليو. افراسياب اها ڳالهہ قبول ڪئي ۽ سؤ ماڻهو ڏيارڻي موڪليائين. تنهن تي سياوش پنهنجي پيءُ ڪيڪاؤس کي انهي صلح ڪرڻ جو اطلاع ڏنو. پر جو اها خبر پڌي ڪا وڏيو

۽ **طوس نوذر** جي هٿان حڪم ڏياري، موڪليائين
تہ اوهان افراسياب جي مڪرن ۽ ٺڳين تي لڳا آهيو.
جو ڪرن جي حوالي ڪم هٿرَ مان اهو فائدو ٿيو، جو
سؤ ماڻهن تي خوش ٿي ويٺا آهيو. هاڻي اهي سؤ ماڻهو
هڪدم موڪلي موڪليو ۽ افراسياب جا تحفا رد ڪري
هنڌي موٽائي موڪليو ۽ اوهين وڃي توران تي ڪاهي
وڃو ۽ انهيءَ ناس ڪري ڇڏيو. جي اوهين ائين
نہ ڪري سگهو تہ هيڏي هليا اچو ۽ لشڪر وغيره طوس
نوذر کي ڏيو تہ اهو منهنجي حڪم جي تعميل ڪري.
هي پيغام پڙهي رستم ۽ سياوش رنج ٿيا. رستم تہ
ڪاوڙجي زابلستان ڏي هليو، ۽ سياوش دل ۾ چيو تہ
مون جيڪو بادشاهي انجام ڪيو آهي، سو هرگز نہ
ڀڃندس. لاچار اهي سؤ ماڻهو پيءُ ڏي ڏياري
موڪليائين ۽ پاڻ طوس نوذر کي سپہ سالار ڪري
پاڻ ٻہ ان سان گڏجي توران ڏي ويو ۽ افراسياب
جي وڏي امير **پيران ويسہ** وٽ وڃي لٿو. افراسياب
هن جي اچڻ جي خبر پڙهي هنجي ڏاڍي آدرڀاءُ
ڪئي ۽ پنهنجي تخت جي پرمِ پيو تخت رکائي انهي
تي سياوش کي وهاريائين ۽ هر طرح هن جي عزت افزائي
ڪيائين، بلڪ انهن جي وچم ايتري محبت ٿي
وئي، جو افراسياب پنهنجي ڌيءَ **فرنگيس** سان

هن جي شادي ڪئي ۽ هن کي محل ماڙيون رهڻ لاءِ
ڏنائين. انهي محبت جو اهو نتيجو ٿيو جو افراسياب
جا عزيز خويش سياوش تي حسد ڪرڻ لڳا ۽ منصوبو
ڪيائون، جنهن ۾ افراسياب جي ڀاءُ ڪرسيوزهنکي
بيرحميءَ سان قتل ڪري ڇڏيو. انهي ڪم ۾ افراسياب
جو به هٿ هو، جو انهي کي سياوش جي برخلاف
ڪوڙيون سچيون ڳالهيون پڌايون هيائون ۽ مٿس
کي تهمتون آنديون هيائون. بلڪ سياوش کي
به اهڙو گمان اچي پيو هو ته مونکي ماري ڇڏيندا، بلڪ
اهڙو خواب به ڏٺو هيائين، جو پنهنجي زال فرنگيس
کي به پڌايائين ۽ چيائينس ته مونکي نيٺ ماريندا ۽
تون پيٽ سان آهين، سو نيٺ ٻار ڄڻيندينءَ. اُهو
جڏهن توکان ايران وارا گهرڻ اچن، تڏهن انهنکي
ڏجئين ۽ مونکي اميد آهي ته جي اهو پٽ هوندو ته
منهنجو وير ضرور منهنجن دشمنن کان وٺندو.

جڏهن سياوش جي مارجڻ جي خبر رستم کي
پهتي، تڏهن نهايت گهڻو ڏک ٿيس، جو سياوش کي
ننڍي هوندي کان پٽ وانگي سنڀاليو هيائين.
هڪدم ڪيڪاؤس بادشاهہ ڏي روانو ٿيو ۽ بادشاهہ
کي ملڻ کان اڳي پهرين سوداٻه راڻيءَ کي محلات
مان ڪڍائي قتل ڪيائين ۽ پوءِ سياوش جي قتل

ٽيڻ جي خبر بادشاھہ کي ڏنائين. اھا خبر پڌي ملڪ
۾ ماتم مچي ويو. ماڻھن ڪارا ڪپڙا ڪيا ۽ ٻيون
سڀ رسمون ماتمداريءَ جون ٻجا آنديون ويون.
پوءِ بادشاھہ وڏو لشڪر رستم کي ڏنو تہ وڃي سياوش
جو وير وٺي. رستم جيحون ندي لنگھي توران ويو.
افراسياب نٺائي پٺي پاسي ھليو ويو ۽ رستم ڪرسيوز
کي ۽ ٻيا جيڪي انھي منصوبي ۾ شامل ٿيا ھئا، تنکي
ماري ڇڏيو. پوءِ اُپرندي ڏي وڃڻ لڳو. افراسياب
پنھنجي **شيده** کي لک ماڻھنجي لشڪر سان مقابلي
لاءِ موڪليو. خوارزم وٽ لڙائي ٿي، جنھن ۾ ترڪن
شڪست کاڌي ۽ شيده رستم جي ھٿان مارجي ويو.
رستم افراسياب جا خزانا ڦرائي لٽ جو مال گڏ ڪري
پٺ تي موٽيو. سياوش جي زال فرنگيس جي ٻچا
ڪيائين، پر ڪوبہ پتو ڪونہ پيو، جو افراسياب انھيڪي
ڪن پھراڙيءَ جي ڳوٺن ۾ اڪائي ڇڏيو ھو. حقيقت
ھيءَ ھئي تہ جڏھن سياوش ماريو ۽ افراسياب کي معلوم
ٿيو تہ فرنگيس پيٽ سان آھي، تڏھن ڪوشش ڪيائين
تہ ھوءَ ٻار ڪيرائي ڇڏي؛ پر ھن اعتراض آندو. امير پيران
ويسہ جو سياوش جو خيرخواھہ ھو، تنھن انھيءَ جي سنڀال
جو ٻار ذمو کنيو ۽ شاھزاديءَ کي ٻاڻ وٽ رکيائين. ڪي
ڇون ٿا تہ ڪنھن پھراڙيءَ جي ڳوٺھ ڪن ڳنوارن وٽ

هنڪي لڪايا ئين، جتي فرنگيس ہٽ جڻيو، جنهن جو
نالو **ڪيخسرو** رکيائين. ہيران ويسہ پنهي جي جگي
طرح سنڀال پئي ڪئي، جيسين ڪ هو وڏو ٿيو.

رستم خزانا کٽائي فتح ڪري موٽي ايران ۾
آيو. بادشاہ ڪيڪائوس کيس نهايت گهڻو مان
ڏنو. سوني ڪرسيءَ تي وهاريائينس. ڪن ڏينهن
کان پوءِ موٽي هنکي نيمروز ڏي وڃڻ جي موڪل ڏنائين.
سياوش کي توران ۾ **ڪيخسرو** نالي ہٽ ڄائو هو،
تنهنجي خبر افواہ وانگي اُتي ڪيڪائوس تائين پهتي،
باڪ جون ٿا تہ هن خواب ۾ بہ اهڙو واقعو ڏٺو، تنهنڪري
انهنکي هٿ ڪرڻ لاءِ هڪڙي پهلوان امير **گيو بن گودرز**
کي موڪليائين، جو ست ورهہ برابر رلي مٿا هڻي موٽي
آيو، پر ڪو بہ پتو پئاجي نہ سگهيس ۽ مطلب حاصل نہ ٿيس.
اتفاق سان هڪڙي ڀيري جهنگ ۾ هڪڙي خوبصورت
جوان کي تير ڪمان سان شڪار ڪندي ڏٺائين.
شڪ پيس تہ هي ڪو جهنگ جو گنوار هوندو.
جانچ ڪرڻ سان معلوم ٿيس تہ اهو ڪيخسرو آهي.
نيٺ پنهي هڪ ٻئي کي سڃاتا يو. ڪيخسرو هنکي
ماءُ وٽ وٺي ويو، جا هڪڙي ٻنگيءَ ۾ رهندي هئي.
سياوش جو گهوڙو، جو مرڻ وقت ڇڏيو هئائين، تنهنجو
وچيرو اجا هنن سان هو. آخر صلاح ڪري ڪيخسرو

۽ فرنگيس انهي گهوڙي سميت گيو سان گڏ جيڪ چوري ۾ ايران ڏي ڀڳا. هوڏي پيران ويسه کي جڏهن هنن جي ڀڄي وڃڻ جي خبر پئي، تڏهن تي سؤ سوار هنن جي پٺيان موڪليائين. ڀرين ئي منزل تي هو انهن کي وڃي پهتا. هڪڙي هنڌ فرنگيس ۽ ڪيخسرو ستا پيا هئا ۽ گيو هنن تي پهرو پئي ڏنو. سوارن کي ڏسي گيو ۽ ڪيخسرو تير ڪمان ۽ ترارسان وڃي هنن سان وڙهيا ۽ گهڻن کي ماريائون. باقي جي بچيا، تن وڃي پيران ويسه کي احوال ڏنو. هن انهن کي منع ڪئي ته اها ڳالهه ظاهر متان ڪريو ۽ پاڻ ڪي ماڻهو ساڻ ڪري هنن جي پٺيان روانو ٿيو. رات ڏينهن پنڌ ڪري نيٺ هنن کي هڪڙي جبل تي ويندي اچي لڌائين. گيو اڳيرو وڃي هنن سان وڙهيو ۽ پيران ويسه کي ڪمند وجهي گهوڙي تان لاهي گهلي ڪيخسرو ۽ فرنگيس وٽ آندو ۽ ماري ٿي ڇڏيائينس، پر هنن جي منت آزي تي ڇڏي ڏنائينس. هو پيران ويسه کي ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ گهڻو رنائون. پوءِ هنکي عزت آبروءَ سان روانو ڪيائون ۽ تاڪيد ڪيائونس ته ڪنهن کي نه ٻڌائي ۽ نه ڪا ٻي خرابي ڪري. ۽ پاڻ اڳتي هليا ۽ نيٺ اچي حد واري ندي ۽ جيحون جي ڪناري تي پهتا. پر پتڻ تي ڪابه ٻيڙي ڪانه ڏٺائون. ڏاڍا حيران ٿيا ۽ ڊپ ۾ ٿيڻ.

لاچار ٿي گهوڙن سميت ڪاهي پاڻيءَ ۾ پيا ۽ خدا جي مهربانيءَ
سان تري پار اچي نڪتا. اُتي ساهہ پٽيائون ۽ افراسياب
جي ظلم کان پاڻ کي سلامت سمجهيائون. نيٺ اچي
ڪيڪائوس وٽ نڪتا. بادشاهہ توڙي امير توڙي
رعيتي ماڻهو ڪيخسرو کي ڏسي خوش ٿيا، پيا نيائون
تہ چڻ سياوش وري وٽن آيو آهي. بادشاهہ گيو کي
ڏاڍا انعام ڏنا ۽ وڏي درجي وارو ڪيائينس ۽ ڪيخسرو
کي ڏاڍو پيار ۽ محبت ڏنائين ۽ پنهنجو ولي عهد مقرر
ڪيائين ۽ فرنگيس کي بہ محلات ۾ جاءِ ڏنائين.

ڪيڪائوس کي هڪڙو پٽ **فريبرز** نالي اڳئي هو،
جنهنجو طوس نوذر مددگار ۽ طرفدار هو. انهي ڪيخسرو
جي ولي عهديءَ تي اعتراض آندو. گيو ڪيخسرو
جو مددگار ۽ طرفدار هو. انهي ڳالهہ تي امڪان هو تہ انهن
پهلوان سردارن ۽ شاهزادن جي وچم جهيڙو جنگ ٿئي.
آخر فيصلو اهو ٿيو تہ اردبيلم هڪڙو وڏو قلعو بهمن دڙ نالي
هو، جو اڃا ڪنهين فتح نہ ڪيو هو ۽ ڏاڍي مشڪل
جاءِ تي هو. انهن ٻنهي شاهزادن مان جيڪو اهو وٺندو
سو تخت جو وارث ۽ ملڪ جو مالڪ ٿيندو. پهرين
فريبرز طوس نوذر سان گڏجي روانو ٿيو ۽ انهي قلعي کي
وڃي گهيرو ڪيائين. گهڻا ئي مٿا هنيائون، پر اهو وٺي
نہ سگهيا ۽ نا اُميد ٿي موٽي آيا. تڏهن وري شاهزادو

ڪيخسرو گيو سان گڏ جي قلعي تي ڪاهي ويو ۽ نيٺ وڃي اهو ورتائين ۽ فتحياب ٿي موٽي بادشاه وٽ آيو، جنهن هن کي تخت تي وهاريو ۽ گيو کي وٽس وزير مقرر ڪيائين ۽ پاڻ اڳوڻن بادشاهن وانگي گوشه نشين ٿي ويٺو ۽ خدا جي عبادت ۾ مشغول رهيو، جيسين ڪ وفات ڪيائين. هن جي بادشاهي ڏيڍ سؤ ورهه هلي. ڪن تاريخن ۾ هن کي نمرود جو لقب مليل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي نه مئو. هن جي زماني ۾ حضرت داؤد ۽ حضرت سليمان پيغمبر ٿي گذريا. ڪيڪاؤس، جنهن کي ڪي تاريخ نويس نمرود سمجهن ٿا ۽ جنهن جي نسبت ۾ ڪتابن ۾ لکيل آهي ته آسمان ڏي چڙهي وڃڻ ۽ خدا سان وڙهڻ جو ارادو ڪيائين، سا ڳالهه غلط آهي، ڇالاءِ جو هي بادشاه پڇاڙيءَ تائين خدا پرست رهيو. هن جا ٻه گهڻائي قول نصيحت آميز ڪتابن ۾ موجود آهن، جن جي ڏيڻ جو هتي ضرور ڪونهي.

## ڪيخسرو بن سياوش.

هي بادشاه شروع کان ئي پنهنجن وڏن جي پيرويءَ تي هليو ۽ عدل ۽ انصاف سان حڪومت ڪرڻ لڳو، جنهنڪري امير اُمرا توڙي رعيت منجها نس خوش ٿيڻ لڳي. جڏهن ملڪ جو پورو بندوبست ڪري

رهيو ، تڏهن پنهنجي پيءُ سياوش جي ويرونڙ جو خيال دل ۾ پيدا ٿيس ، جنهن ۾ ڪيڪاؤس ۽ رستم ٻہ همٿايس ۽ مدد ڪيس . سڀني اميرن ۽ سردارن سندس مرضيءَ موجب ترڪن سان جنگ ڪرڻ جي ڪمر ٻڌي . ڪيخسرو حڪم جاري ڪيو تہ فريبرز شاهزادو ۽ طوس نوذر ٽيهہ هزار لشڪر ساڻ ڪري توران تي ڪاهي وڃي اُتي قُرلت ڪن ۽ شهر ويران ڪن.

جن ڏينهن ۾ سياوش توران ۾ هو ۽ پيران ويسہ وٽ رهندو هو ، تن ڏينهن ۾ هن پيران ويسہ جي هڪڙي ڌيءُ سان شادي ڪئي هئي ، جنهن مان هڪڙو پٽ بہ ڄائو هوس ، جنهن جو نالو فرود رکيو هئائين. پوءِ جڏهن افراسياب جي ڌيءُ فرنگيس شاهزاديءَ سان شادي ٿيس ، تڏهن پيران جي صلاح سان سندس ڌيءُ پنهنجي پار سميت وٽس رهندي هئي . ڪيخسرو کي خبر هئي تہ سندس ماٽيجو ڀاءُ فرود توران ۾ آهي ۽ هڪڙي قلعي واري شهر جو حاڪم آهي . تنهنڪري جڏهن ايراني لشڪر هاڻي توران تي ڪاهيو ٿي ويو ، تڏهن هن هلڻ مهل طوس کي تاڪيد ڪيو تہ انهي رستي کان وڃجو جتي منهنجي ڀاءُ فرود جو قلعو آهي ۽ انهي کي احوال ڏجو . امڪان آهي تہ ڀاڻيءَ جي نظر تي هو مدد ڪري ۽ بابي جي ويرونڙ ۾ اوهانکي ڪا صلاح ڏئي.

انموجب هو انهي قلعي تي ويا. جڏهن شهزادي فرود ايراني لشڪر جي ڪاهي اچڻ جو ٻڌو، تڏهن اڳواٽ ڪاوڙجي لشڪر وٺي انهي کي سامهون ٽيڻ آيو. طوس جهيڙي ٽارڻ لاءِ هن ڏي مروت ۽ مهرباني جو پيغام موڪليو ۽ روبرو ڳالهه ٻول ڪرڻ جي رٿ پيش ڪيائين، پر فرود جوانيءَ جي مستيءَ ۾ هن پيدي آزمودگار پهلوان جي ڳالهه تي ڌيان ڏڪو نه ڏنو ۽ وڙهڻ لاءِ سنبري آيو. ويڙهه ۾ فرود مارجي ويو. جڏهن انهي پنهنجي ڀاءُ جي مرڻ جي خبر ڪيخسرو کي پهتي، تڏهن ڏاڍو ڏک ٿيس ۽ ڪاوڙيو به ۽ پنهنجي چاچي فريبرز ڏي لکيائين ته طوس کي قيد ڪري مونڏي موڪل ۽ تون لشڪر سان اڳتي توران تي ڪاهي وڃ ۽ افراسياب جو ڪم پورو ڪر ۽ آءٌ پاڻ به اميد آهي ته جلد پيو لشڪر ساڻ وٺي ايندي اينداس. حڪم موجب فريبرز طوس نوذر کي قيد ڪري ڪيخسرو ڏي ڏياري موڪليو. جڏهن هو اتي پهتو، تڏهن ڪيخسرو چيس ته تون منوچهر جي نسل مان ۽ سفيد ريش ٿي پيو آهين، نه ته جيڪر توکي مارائي ڇڏيان ها. پر في الحال توکي معافي ٿو ڏيان.

جڏهن شاهزادو فريبرز گودرز پهلوان سميت توران جي حد ۾ پهتو، تڏهن افراسياب پيران ويسه کي سندن مقابلي

لاءِ مو ڪليو، طرفين جي وچہ سخت جنگ لڳي . آخر
ترڪن جي فتح ٿي ۽ فريبرز پنهنجي جند ڇڏائي ۽ گودرز
جي پٽن ۽ ٻين عزيزن مان ستر ڄڻا مارجي ويا . گودرز
پاڻ باقي ڪن پٽن سان هزارن حيلن سان جند ڇڏائي
ڀڳو ۽ اچي فريبرز کي گڏيو . باقي جيڪو لشڪر
بچيو هو، سو بچڙي حال ۾ موٽي ايران ۾ آيو . ڪيخسرو
انهنجو حال ڏسي ڏاڍو حيران ۽ پريشان ٿيو ۽ پنهنجي
چاچي فريبرز کي عتاب ڏنائين ۽ چيائينس تہ تو منهنجو
حڪم نہ مڃي طوس سان شامليت ڪئي، جنهنجو
آخر ههڙو خراب نتيجو ٿيو . گودرز بہ چيو تہ جڏهن
شاهزادو اڳئي پنهنجي ويو، تڏهن آءٌ ڇا ڪري سگهان ها .
انهي ڪري پاڻ فريبرز تي وڏيڪ عتاب آيو . بادشاهہ
گيو کي شابس ڏئي چيو تہ تون وري ٻيو لشڪر
گڏ ڪري توران تي ڪاهي وڃ ۽ افراسياب کان
ويروٺ . انهي وچہ طوس بہ منت آزي ڪري معافي
ورتي ۽ حڪم موجب گيو سان گڏ توران ڏي وڃڻ
۽ ترڪن سان وڃي وڙهڻ جو انجام ڪيائين .

جڏهن هي تازو وڏو لشڪر ايران مان نڪري
توران جي حد ۾ آيو، تڏهن اڳي وانگي افراسياب
وري بہ پيران ويسہ کي انهي سان سامهون ٽيڻ لاءِ
موڪليو. ڇڏي جنگ لڳي، پر وري بہ ايرانين شڪست

ڪاڍي ۽ ترڪ فتحياب ٿيا. ايرانين پاڇي وڃي
هماون جبل تي پناھ ورتي ۽ توراني جبل کي هيٺان
وڪوڙي ويهي رهيا. انهيءَ وچ ترڪن جي سڏ تي
چين جو خاقان ۽ هند جو شڪل ٻنهي جو لشڪر وٺي
پيران ويسھ جي مدد لاءِ اچي نڪتا. هوڏي ڪيخسرو
رستم ڏي ايرانين کي مدد ڪرڻ لاءِ لکيو. انهوءَ جب
رستم اچي ايرانين سان گڏيو. سخت جنگ لڳي.
آخر رستم فتحياب ٿيو. چين جو خاقان گرفتار ٿيو ۽
ٻيا پاڇي ۽ ڀڄي ويا. انهيءَ طرح فتح حاصل ڪري
رستم پهلوان ۽ گودرز موٽي وطن تي اچي نڪتا ۽
ايران جي بادشاھ وٽ وڏو مان پاتائون.

ڪن ڏينهن گذرڻ کان پوءِ وري بہ ڪيخسرو کي
ترڪن سان جنگ ڪرڻ جو خيال ٿيو. هن ارادو
ڪيو تہ چار لشڪر توران کي چئن پاسن کان ڪاهي
وڃن ۽ وڃي افراسياب کي تنگ ڪن. انهوءَ جب
گودرز کي بادشاھ گاوياني جهنڊو ڏئي ٻاهر جي
پاسي موڪليو. اهو جهنڊو سواءِ خود بادشاھ جي
ڪنهين سان ڪين ويندو هو. اهو انهيءَ لاءِ ڪيائين،
جو بادشاھ ارادو ڪيو هو تہ پاڻ بہ انهيءَ جي پٺيان وڃي.
جڏهن گودرز توران جي حد کي پهتو، تڏهن اڳي وانگي
پيران ويسھ لشڪر وٺي اچي اڳيان جهليس. جنگ لڳي،

جا تي ڏينهن برابر هلي . هرروز سخت ڪوس ٿيندو
هو ۽ رت جون نديون وهنديون هيون . مردن
جا ڍڳ اڳي ويا . پيران ويسہ گودرز جي هٿان مارجي
ويو ۽ يارنهن پيا توراني بهادر سردار بہ زخم کائي
مري ويا . ڪرسيوز، افراسياب جو ڀاءُ، گرفتار ٿي
پيو ۽ توراني لشڪرمان لکہ کن ماڻهو ڪُسي ويا . باقي
جيڪي بچيا، سي ڀڄي ويا . گاوياني جهندي جي
برڪت سان هي فتح حاصل ڪري گودرز بادشاهہ
ڏي خط لکيو ۽ فتح جو اطلاع ڏنائين . انهي وجہ خود
بادشاهہ بہ اچي اتي پهتو ۽ سڀڪنهن سردار جي
جهندي هيٺ جيڪي ماڻهو ماريا هئا، سي پنهنجن
اکين سان اچي ڏنائين . گودرز جي جهندي هيٺ
پيران ويسہ کي ڪنل اچي ڏنائين . هنکي ڏسي گهوڙي
تان هيٺ لهي پيو ۽ هنجي لاش تي ويهي رنائين ۽
هنجي منهن تي پٽيءَمنهن رکيائين، سندس حڪم موجب
هنکي غسل ڏياري ڪفن ڍڪائي عزت آبروءَ سان
دفن ڪرايائين . گيو جي جهندي هيٺ ڪرسيوز
کي ٻَڌل ڏسي گهوڙي تان لهي انهيکي پنهنجي هٿ
سان ترار هڻي سسي لاهي ڇڏيائينس . پٺي ڏينهن
عام دربار ڪري حقدارن کي انعام اڪرام ڏنائين
۽ خوشيون ڪرايائين . ڪرمان ۽ ڪيچ مڪران

فريبرز کي انعام ڏنائين. اصفهان ۽ جرجان ۽ قهستان
جي ڍل گودرز کي انعام ڏيارايائين. انهي طرح سڀني
بهادرن ۽ لشڪروارن کي راضي ڪيائين.

جڏهن افراسياب پنهنجي پٽ ڪرسيوز ۽ پنهنجي
پهلوان امير پيران ويسه جي مارجڻ جي خبر پئي،
تڏهن پنهنجي پٽ شيده کي تمام وڏي لشڪر سان
ايرانين سان وڙهڻ لاءِ موڪليائين. خوارزم جي
دشت تي ٻئي لشڪر اچي گڏيا ۽ جيڪا جنگ لڳي
تنهن ۾ ڪيخسرو پنهنجي هٿ سان شيده کي ماري
وڌو. ڪيخسرو چيو ته "خوارزمي بود" يعني هيءُ
خراب جنگ هئي. تنهنڪري انهي هنڌ تي خوارزم
جو نالو پيو. اتان وڏي ڪيخسرو افراسياب تي
ڪاهي ويو ۽ ڪنگ دز واري قلعي تي وڃي هنکي
گهيرو ڪيائين. افراسياب اتان نڪري ڀڄي ويو
۽ قلعو فتح ٿيو. سندس حرمسراءِ سارو قيد ٿيو،
جنهنجي تمام گهڻي حفاظت رکائي وئي. افراسياب
جي پٺيان ماڻهو پيا. آخر گهڻي مدت کان پوءِ آذربائجان
۾ هٿ آيو ۽ قيد ٿي ڪيخسرو وٽ آندو ويو. تن
ڏينهن کان پوءِ بادشاهه هنکي ماري ڇڏيو. ڪي
لکن ٿا ته بادشاهه کي هن تي گهڻو رحم آيو ۽ معافي

ڏيڻ جو ارادو ڪيوس، پر گودرز بادشاهہ جي اجازت
کان سواءِ ٻاري چڙهيس. اتان ڪيخسرو وري ٻاهر
ڏي ويو. اتي رهندي هڪڙي ڏينهن دل ۾ آيس تہ
دنيا کان هٿ ڪڍجي، تنهنڪري امير ۽ سردار گڏ
ڪري پنهنجي پٽ **لهراسپ** کي ولي عهد مقرر ڪيائين
۽ پوءِ سگهوئي پاڻ بہ وفات ڪيائين. ڪي ٿا چون
تہ اتان نڪري ڪنهن پاسي هليو ويو ۽ وري انجو
پتو ڪونہ پيو. ڪن تاريخن ۾ آهي تہ حضرت سليمان
ڪيخسرو کي وٺڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هو اصطخر
مان ڀڄي ٻاهر ڏي ويو ۽ اتي مري ويو. هنجي گم
ٿيڻ بابت فردوسيءَ شعر ۾ اهڙو بيان ڏنو آهي، جو ماڻهوءَ
کي انهيءَ جي پڙهڻ سان روئڻ اچيو وڃي. ڪيخسرو
سٺ سال بادشاهي ڪئي. ڪي سؤ ورهہ ٿا لکن.
چوندا تہ ڪيخسرو هڪڙي مسند ۽ محراب سون ۽
جواهرن سان جڙيل ٺهرايو، جو ساڻ کنيو وتندو هو ۽ انهيءَ
۾ ويهي عبادت ڪندو هو. ڪي تہ هنکي پيغمبر ٿا
چاهن ۽ هنجي سڀني تاريخ نويسن گهڻي تعريف ڪئي
آهي. يوناني حڪيم فيثاغورث ۽ لقمان حڪيم هنجي
زماني ۾ هئا، اگرچہ ڪن فيثاغورث کي جمشيد جي
زماني جو چيو آهي.

## لهراسپ بن ڪيخسرو.

تاريخ معجم ۾ لهراسپ ڪيڪاؤس جي ڀاءُ جو پوٽو سڏيل آهي. هو نهايت همت ۽ ڏاهپ وارو هو، مگر شوخ طبع ۽ ڪينو رکندڙ هو ۽ سخت سزا ڏيندڙ هو ۽ ظالم شمار ڪيل هو. تنهنڪري جڏهن ڪيخسرو هن کي ولي عهد مقرر ڪيو، تڏهن گهڻن اميرن اعتراض آندو، بلڪ زال کي به اعتراض هو؛ پر ڪيخسرو هنن کي زور ڪري راضي ڪرايو. ڪنهن جو چوڻ آهي ته زال اصل راضي نه هو. انهي ڪري انهن جي اولاد ۾ به اها ناسازي هلي آئي. لهراسپ جي بادشاهه ٿيڻ تي تخت شهر بلخ مقرر ٿيو. هند ۽ چين جا بادشاهه به هن جا تابع ٿي رهيا. هن رهام بن گودرز کي عراق عجم جو حاڪم ڪري موڪليو، ۽ انهي کي ڪي بخت نصر ڪوٺيندا آهن. انهي کي اهو انجام مليو هو ته جيڪو ملڪ هو انهي پاسي فتح ڪندو، سو سندس ملڪيت ٿيندو. انموجب بخت نصر شام ۾ دمشق تائين آيو ۽ اهو ملڪ هٿ ڪيائين ۽ پنهنجي هڪڙي امير کي بيت المقدس ڏي موڪليائين، جتي حضرت داؤد جي پٽن مان هڪڙو حاڪم هو. انهي هنسان صلح ڪيو ۽ ڪي بني اسرائيل اول ۾ وٺي موٽيو. پوءِ تي بني اسرائيل فساد ڪيو. بخت نصر پاڻ وڃي بني اسرائيل کي ماريو ۽ بيت المقدس کي وڃي ناس ڪري ڇڏيائين.

لهراسپ کي ٻه پٽ هئا: هڪڙو **گشتاسپ** ٻيو **زرير.** گشتاسپ تمام چڱو بهادر ۽ عقل وارو شاهزادو هو، مگر لهراسپ ڪيڪاؤس جي اولاد کي پنهنجن پٽن کان وڌيڪ پسند ڪندو هو ۽ اڪثر بادشاهي ڪم انهنجي حوالي ڪندو هو. انهي ڪري گشتاسپ رنج ٿي ڪن اميرن کي پاڻ سان شامل ڪري پيءُ جي مخالفت ڪرڻ لڳو ۽ بادشاهيءَ جي ڪمن ۾ دست اندازي ڪرڻ لڳو، جنهنڪري لهراسپ مٿس ڪاوڙيو. هنجي شوخيءَ ۽ ظلم کان بچڻ لاءِ گشتاسپ کي ماٺهو پاڻ سان وٺي ملڪ ڇڏي نڪري ويو ۽ گهمندي رُوم جي ملڪ ۾ وڃي نڪتو، جتي پنهنجي همت ۽ بهادريءَ جي ڪري نالو ڪڍيائين ۽ وڏو درجو عهدو پاتائين. انهن ڏينهن جي رسم موجب روم جي قيصر جي ڌيءَ کي شادي ڪرڻي هئي ۽ انهي جي پسنديءَ لاءِ لائق شاهزادا آڻي گڏ ڪيا هئائون. گشتاسپ به انهن جوانن ۾ هو. شهزاديءَ، جنهنجو نالو **ڪتابون** هو، تنهن انهي مجلس ۾ گهمندي تُرنج گشتاسپ وٽ نئي رکيو ۽ انهي کي پسند ڪيائين. پر گشتاسپ جي شاهي نسل جي ڪنهن کي خبر ڪانه هئي ۽ نه مال ملڪيت يا دولت وارو هو، تنهنڪري شهنشاهه قيصر پنهنجي ڌيءَ جي چونڊ تي ڪاوڙيو. پر

لاچار رسم موجب ڏني هنکي ڏئي، پوءِ هنکي پاڻ ۾ گڏجڻ کان روڪي ڇڏيائين. انهي کان پوءِ اُهو رسمي قاعدو بند ڪري ڇڏيائين. هنکي ٻه ڏيون ٻيون به هيون. انهن لاءِ اشتهار ڪڍيائين ته فلاڻي ٻيلي ۾ جيڪو شينهن ۽ اژدها آهي، تنکي جيڪو وڃي ماريندو ۽ اهڙي بهادري ڏيکاريندو، تنهنکي انهن مان هڪڙيءَ جي پانهن ملندي. ٻه شهزادا ڪن ٻين هنڌن جا انهن پانهن جي طمع رکندڙ هئا، تن ڪوشش ڪئي ته پر اُهي اژدها ۽ شينهن کي ماري نه سگهيا. گشتاسپ تمام زور وارو ۽ بهادر هو، تنهن وڃي اُنهن سان مقابلو ڪيو ۽ انهن کي ماريائين. تنهن کان پوءِ قيصر هن تي مهربان ٿيڻ لڳو. گشتاسپ ايستائين پنهنجو نسب ۽ نالو لڪايو وتيو ۽ پنهنجو نالو **فرخ زاد** ظاهر ڪيو هئائين. هنجي مدد سان قيصر گهڻيون فتحون ڪيون. نيٺ هن جي صلاح سان قيصر هڪڙو قاصد لهراسپ ڏي موڪليو ته ڪيس ڍل ڀري ڏئي، نه ته جنگ لاءِ تيار رهي. لهراسپ کي نيٺ معلوم ٿيو ته اها حرڪت پٽس گشتاسپ جي آهي؛ تنهنڪري هن جي ڀاءُ زرير کي حڪم ڏنائين ته لشڪر وٺي وڃي روم جي لشڪر سان وڙهه. زرير حڪم جي تعميل ڪئي. جڏهن اتي ويو، تڏهن قيصر گشتاسپ کي

لشڪر سان روانو ڪيو تہ ايرانين سان وڃي وڙهي. پٽي پائرشاهزادا گڏيا. هڪ پٽي کي سڃاتائون. لهراسپ جي حڪم موجب شاهي ڇٽ گشتاسپ جي مٿي تي رکيو ويو ۽ وليعهديءَ جو درجو کيس عطا ٿيو. اها خبر پئي روم جو قيصر ہ اتي اچي نڪتو. اتي معلوم ٿيس تہ فرخزاد حقيقت ڪري ايران جي بادشاہ جو وڏو پٽ گشتاسپ آهي ۽ انهي جو ولي عهد مقرر ٿيو آهي. ڏاڍو خوش ٿيو. پنهنجي ڌيءُ ڪتايون کي وڏي تجمل ۽ تحفن سان گشتاسپ سان گڏ ايران ڏي روانو ڪيائين. اتي وڃي پيءُ جي قدمبوسي حاصل ڪيائين ۽ انهي سان پرتو ۽ انهي کان پوءِ بادشاهيءَ جي ڪمن ۾ سندس مددگار ٿي بيٺو. ۽ بادشاہ اميرامرا گڏ ڪري عام درٻار ۾ گشتاسپ کي وليعهد ڪيو، باڪ حڪومت هن جي هٿ ۾ ڏنائين ۽ پاڻ قديم بادشاهن وانگي گوشہ نشين ٿي ويٺو جيسين ڪ وفات ڪيائين. لهراسپ هڪسؤ ويهہ ورهہ بادشاهي ڪئي. ڪن لکيو آهي تہ حضرت سليمان جي ڏپ کان هن ايران جو قديم گاديءَ جو هنڌ اصطخر ڇڏي وڃي بلخ کي گاديءَ جو هنڌ ٺهرايو ۽ تنهنڪري بلخي سڏبو هو.

## گشتاسپ بن لھراسپ.

ھن بادشاھ جي ڏينھن ۾ **زردشت** ظاھر ٿيو، جنھن جو مذھب پکڙڻ لڳو ۽ ھي پھريون بادشاھ ھو، جو انھي جي دين تي آيو. تاريخ معجم ۾ لکيل آھي تہ زردشت ھڪڙو حڪيم ھو، جو پھرين ارميا پيغمبر جي شاگردن مان ھو. ھو علم نجوم ۽ پيا باطني ۽ مخفي علم سکيو ۽ انھي جي وسيلي معلوم ڪيائين تہ حضرت موسيٰ جھڙو ڪو شخص جلد پيدا ٿيڻو آھي، جنھن کي ماھ جي روشنائي ۽ خدا جي تجلي جي ڳولا ۾ نور ۽ ۽ اونداھي حاصل ٿيندي. پوءِ خيال ڪري ڪري سندس دل ۾ آيو تہ اھو آءٌ آھيان. تنھنڪري وڃي گوشہ نشين ٿيو ۽ مجاھدا ۽ رياضتون ڪرڻ لڳو، جنھن مان سندس دل روشن ٿي ۽ انھي جي نشاني ھن ٻاھر کي سمجھيو. ھن پاڻ کي پيغمبر چوايو ۽ ڪتاب ژند ۽ پاژند لکيائين ۽ ماڻھن کي مجوسين جي دين تي دعوت ڪرڻ لڳو ۽ آتش پرستيءَ جو رواج وڌائين. آذربائجان ۾ گھڻا ماڻھو ھن جي دين تي آيا. چوڻ لڳو تہ روح القدس کان مونکي پيغام ٿا رسن ۽ مدد ٿي ملي. ھن جي تعريف گشتاسپ بادشاھ جي مجلسن ۾ ٿيڻ لڳي، تنھن تي ھن زردشت جي ملاقات جي خواھش ڏيکاري ۽ گھڻن ماڻھن سان گڏ جي بلخ مان

هن وقت آذربائيجان ۾ آيو ۽ هن سان صحبت
ڪري خوش ٿيو ۽ پنهنجي پٽ **اسفند يار** کي هن
جي دين ۾ آندائين يعني مجوسي ڪيائينس ۽ ملڪ
جي گهڻن ڀاڱن ۾ آتشڪده جوڙايائين. ٻارهن هزارن
ڏاندن جون کلون رڱائي هرڻ جي کلن جهڙيون ڪري
انهن تي سون ۽ چانديءَ جي پاڻيءَ يا مُس، سان ژند ۽
پاژند لکارائين ۽ اصطخر ۾ هڪڙو دخمه يا حُجرو ٺهرايائين،
جنهن ۾ انهن ڪتابن کي ڏاڍي تعظيم سان رکايائين،
۽ انهن جي حفاظت ڪرايائين. خاص ماڻهن کي
انهن جي پڙهڻ ۽ تعليم ڏيڻ جو حڪم ڏنائين، پر عام
ماڻهن کي انهن جي هٿ لائڻ کان منع ڪيائين.
جيڪي ماڻهو مجوسين جي دين تي نه آيا، تن کي
قتل ڪرائي ٿي ڇڏيائين. انهي طرح سڄو ئي آتش
پرستي ملڪ ۾ پکڙي وئي. جون ته انهي وقت
کان وٺي اها ڳاله اچاتائين هلي اچي ۽ اُجهاڻي ڪين
آهي. مجوسين جو اعتقاد هو ته هن جو هٿ باه ۾ نه
ٿي سڙيو، ۽ جنهن کي هو باه هٿ ۾ ڏيندو هو، تنهنجو به
هٿ نه سڙندو هو. ڪن جو چوڻ آهي ته گشتاسپ
پهرين زردشت کي سٽ ورهه قيد ۾ رکيو ۽ پوءِ هن جي
ڪرامت ڏسي هن جو معتقد ٿيو. هيئن به لکيل آهي
ته پهرين گشتاسپ هر سال ترڪستان کي ڍل ڀريندو

ھو، پر زردشت مذھب ڪيس تہ سچي دين وارو بادشاھ ڪنھن بت پرست بادشاھ جي ڏل نہ پريندو. انھي طرح ھن کي ترڪستان سان جنگ ڪرڻ لاءِ سنبرايائين. انھي وقت ترڪستان جو بادشاھ **ارجاسپ** ھو. انھيکي گشتاسپ مجوسي مذھب جي دعوتڏياري موڪلي. تنھن تي ھو ڪاوڙيو ۽ ھنن ٻنھي جي وچہ جيڪو عھدنامو ھو، اھو ڀڳو ۽ وڏو لشڪر وٺي ايران تي ڪاھيائين. گشتاسپ بہ لشڪر گڏ ڪري **اسفند يار** کي انھي جو سپہ سالار ڪري موڪليو. طرفين جي وچہ ڏاڍي جنگ لڳي، جنھن ۾ ارجاسپ جو پٽ ۽ ڀائر قتل ٿي ويا ۽ ترڪ شڪست کائي ڀڳا ۽ گشتاسپ فتحياب ٿي موٽيو. انھيکان پوءِ اسفنديار کي موڪليائين تہ آذربائيجان ۽ ارمينہ ۾ وڃي اھي ملڪ ھٿ ڪري ۽ اتي زردشتي مذھب پکيڙي ۽ آتشڪدہ بنائي. اسفنديار جي اوڏي وڃڻ تي سندس دشمن بادشاھ وٽ ھنجي شڪايت ڪئي تہ بادشاھيءَ وٺڻ جو خيال ٿو رکي. اھڙي جورت تي لڳي گشتاسپ پٽ کي ڪٺي قيد ڪرايو ۽ گردڪوہ جي قلعي ۾ بند رکيائينس. انھي وچہ ارجاسپ وجھہ وٺي لشڪر سان بلخ تي ڪاھي آيو ۽ اتي جي پيري درويش **لھراسپ** کي قتل ڪيائين ۽ گشتاسپ جون ڌيون قيد ڪري ترڪستان

ڏي موڪلياائين ۽ خود گشتاسپ سان وڙھڻ لاءِ ويو ۽ ھنکي شڪست ڏئي پڇاڙي ڪيد ڪيائين، جو ھو وڃي ھڪڙي مضبوط قلعي ۾ لڪو. اھڙي تنگ وقت ۾ حال ۾ ھن پنھنجي پاءُ **جاماسپ** کي اسفنديار ڏي گردڪوھ ۾ موڪليو تہ انھيکي بند مان آزاد ڪري وٺي اچي تہ اچي جاماسپ سان وڙھي. اسفنديار پھرين نہ ڪر ڪئي، پر نيٺ جاماسپ جي منت آريءَ تي لڳي پيُ جي خدمت ۾ آيو ۽ ارجاسپ سان جنگ ڪيائين ۽ اھڙي بھادري ڏيکاريائين، جو ترڪن کي پڇائي ڪيد يائين ۽ فتح حاصل ڪيائين. گشتاسپ اسفنديار تي ڏاڍو راضي ٿيو ۽ ھنکي ولي عھد ڪرڻ ۽ ملڪ ڏيڻ جو ارادو ڪيائين ۽ تاڪيد ڪيائينس تہ پھرين وڃي پنھنجون پيغرون قيد مان ڇڏائي پوءِ اچي سندس جاءِ تي بادشاھي ڪري. انھو جب اسفنديار پاڻ ھن ھزار ايراني سوار ۽ ايترا پيادا چونڊي پنھنجي پاءُ **پشوتن** کي انھن جو مددار ڪري، پاڻ بہ انھي سان گڏ روانو ٿيو. ارجاسپ جو تخت شھر روئين دژ ھو. انھي شھر ۽ قلعي جو بيان شاھنامي ۽ ٻين تاريخن ۾ اھڙو عجب جھڙو ڏنل آھي، جو اعتبار ئي ۾ نٿو اچي. انھي جو مختصر مطلب ھي تہ روئين دژ تائين پھچڻ لاءِ اسفنديار کي ٽن پاسن کان رستا ھئا. ھڪڙي رستي

سان پاڻي ۽ گاهه گهٽ هو، مگر او ستائين ٻهچڙ ۾ ڇهه مهينا
لڳيو ٿي ويا. ٻئي رستي سان پاڻي ۽ گاهه گهٽ هو، مگر
پنڌ هڪڙي مهيني جو هو. ٽيون رستو، جنهنجو نالو
هفت خوان هو، تنهن سان هڪ هفتي جي اندر اُتي
پهچي ٿي سگهيو، مگر رستي ۾ خوف گهڻا هئا: شينهن ۽ ٻيا
جهنگلي جانور ۽ برف ۽ مينهن وغيره روڪ ڪرڻ وارا
هئا. اسفند يار پنهنجو لشڪر پشوتن جي هٿ هيٺ ٻئي
رستي سان روانو ڪيو ۽ پاڻ ڪن خاص ماڻهن سان
ڪي قيمتي جواهر ۽ ٻيو مال ساڻ ڪٺي سوداگرن جي
هفتخوان واري رستي سان نڪرڻ جو ارادو
ڪيائين ۽ پشوتن کي سمجهايائين ته جڏهن تون روئين
دز کي ويجهو اچين، تڏهن فلاڻي هنڌ رهي آرام وٺجئين.
جڏهن ڪنهن رات انهي قلعي مان باهه جا شعلا مٿي
آسمان ڏي نڪرندا ڏسين، تڏهن لشڪر وٺي جو ڏاري
ڦري اچجئين ۽ اچي جنگ ڪجئين. اسفنديار انهي
رستي جون سڀ مشڪلاتون ڪاٽي نڪتو ۽ روئين دز
وٽ پهتو، تڏهن شهر ۾ هل پئجي ويو ته ڪو سوداگر ٻري
ڪان مال وڪڻڻ لاءِ آيو آهي ۽ رستي ۾ اسفنديار ڦريس
ٿي، تنهنڪان پڇي جند ڇڏائي ترڪن جي بادشاهه وٽ
پناهه لاءِ آيو آهي. هي خبر پڌي ارجاسپ بادشاهه هنکي
گهرايو. هن عجيب جواهر ۽ ٻيون قيمتي شيون

پئي ڏيکاريس، جيھن پسند پئي ڪيا ۽ پئي ورتا ۽ رستي
جي تڪليفن جو پڇڻ ھنکي تسلي پئي ڏنائين . انهي
طرح روزبروز اسفند يار بادشاهه ۽ وزيرن ۽ اميرن وٽ
آمد رفت ڪرڻ لڳو ۽ ڏاڍي عزت آبرو حاصل ڪيائين.
جڏھن مهينو گذرڻ کان پوءِ اسفند يار حساب ڪري ڏٺو
تهه پشوتن لشڪر وٺي مقرر ڪيل جاءِ تي آيو هوندو، تڏھن
بادشاهه کان اجازت وٺي قلعي جي اندر اميرن وزيرن کي
دعوت ڏنائين ۽ جو ڏاڍي باهيون ٻارائي ديگيون چاڙهائي
ماني رڌائڻ جو بندوبست ڪيائين . انهي بهاني سان
باهين جو سو جهرو ايترو قدر ڪيائين، باک کي
هوائون ۾ مٿي اڏايائين، جو پشوتن انهنکي نهرايل نشاني
سمجهي لشڪر وٺي ڪُمهاو رات جي وقت دهلن ۽
شرنائن سان ڪاهي ڪوٽ تي آيو. شهر ۾ ۽ ڪوٽ ۾
اچي گڙٻڙ پئي ۽ سوار قلعي مان نڪري وڙهڻ لاءِ ٻاهر
ٺيا . اسفند يار پنهنجن خاص ماڻهن سميت وجهه وٺي
ڦرمار ڪري نڪري ڪوٽ جي ٻاهران بيهي رهيو .
هُل تي جيڪي تورانی قلعي ڏي ٺي آيا، تنکي قتل ڪيو
ٺي چڏيائين . پئي پاسي کان پشوتن لشڪر سميت آٺي
ماڻهن ۾ ڪوس وڌو . ارجاسپ ۽ انجا پائر اهڙي اونداهيءَ
رات جو پنهنجي جان بچائڻ ۾ لڳا ۽ مارجي ويا. تيتري
۾ اسفند يار پيڙ کي محلات مان هٿ ڪري ۽ افراسياب

جو سونو تخت ۾ ڪٽي اچي هاٿيءَ تي رکي مال اسباب
سميت گشتاسپ ڏي موڪلي ڏنو ۽ آس پاس جو ملڪ
ڦري ۽ قبضي ۾ آڻي افراسياب جي پاءِ اغريرث جي اولاد
مان ڪنهنکي اتي جو بادشاهه ڪيائين، جو اغريرث کي
اتي جا ماڻهو نبي ڪري چاهيندا هئا. انهيءَ کان پوءِ انهيءَ جو
اولاد پشت بہ پشت بادشاهي ڪندو آيو، جيستين ڪ
سڪندر رومي اتي آيو.

ارجاسپ جي ڪم فيصل ڪرڻ کانپوءِ اسفنديار
چين جي ولايت تائين مجوسي مذهب پکيڙيو ۽
آتشڪده ٺهرايائين. پوءِ اتان سمنڊ جي رستي هندستان
۾ آيو ۽ اتي بہ آتش پرستيءَ جو رواج وڌائين. اتان
موٽي اچڻ کان پوءِ گشتاسپ هنکي مغرب ڏي موڪليو،
جتان پڻ فتح سان لٽ جو مال هٿ ڪري موٽيو.
اهڙن وڏن ڪمن ڪرڻ کان پوءِ اسفنديار پيءُ کي
پنهنجي وليعهد ڪرڻ ۽ ملڪ ملڻ لاءِ عرض ڪيو، پر
هن وري بہ بهانو ڪري چيو تہ پيا ڪم تو سپ ڪيا ۽
پري پري جا ملڪ فتح ڪيئي ۽ افراسياب جهڙن
بادشاهن کي جيتيئي؛ مگر اجا رستم آهي، جو اسانجي ملڪ
جي وچ ۾ ويٺو آهي ۽ اسانجو حڪم نٿو مڃي ۽ اسانجي
دين تي نٿو اچي. تنهنڪري تون زابلستان تي ڪاهي
وڃ ۽ هن سان وڙهي هنکي قيد ڪري مون وٽ وٺي

اچي نه ته تيستين اسان جي ملڪ کي آرام نه ايندو. پوءِ
آءٌ توکي سچي پچي معافي ڏيندس ۽ تنهنجي پهلوانيءَ
جي هن ملڪ ۾ مشهوري ٿيندي. اسفنديار رستم سان
وڙهڻ ۾ خوش ڪين هو ۽ ايترو به چاهيائين ته پٽس بادشاهه
عذر ٿو ڪري، ته به لاچار هن جو حڪم مڃڻو پيس.
تنهن ڪري وڏو لشڪر گڏ ڪري سيستان ڏي روانو
ٿيو. جڏهن انهي ملڪ جي حد تي پهتو، تڏهن پنهنجي
پٽ **بهمن** کي موڪليائين ته رستم وٽ وڃي هن کي
وٺي اچي. بهمن ويو. هڪڙي جبل جي چوٽيءَ تان
هيٺ ماٿريءَ ۾ رستم کي شڪار ڪندو ڏٺائين.
هڪڙي گورخر کي ماريو هئائين ۽ انهيءَ جو ڪباب ٿي
پچايائين. هن جو قد ۽ بدن ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو.
مٿان هڪڙي وڏي ڇپ ليٿائي هيٺ انهي تي وڌائين.
ڇپ رستم کي ويجهو وڃي پئي. رستم پنهنجي پير
سان انهي کي ڌڪي ڇڏيو، جو اها پري وڃي پئي.
هن جو اهڙو زور ڏسي ڊڄي ويو. پڪ هيس ته اسفنديار
هن سان پڄي نه سگهندو، ناحق مٿو ٿو هڻي. پوءِ
هيٺ لهي رستم وٽ ويو ۽ پيءُ جو پيغام ڏنائينس.
رستم ستت ئي اسفنديار وٽ آيو ۽ کيس گهڻي تعظيم
ڏنائين. اسفنديار چيس ته منهنجو پيءُ بادشاهه گشتاسپ
ٿو چوي ته جن ڏينهن کان وٺي آءٌ تخت تي ويٺو آهيان،

تن ڏينهن کان وٺي تون، مونوٽ ڪڏهن ڪين آيو آهين؛ معلوم ٿو ٿئي ته توکي بادشاهيءَ جو حرص پيدا ٿيو آهي. رستم چيو ته آءٌ ايران جي بادشاهن جو غلام آهيان ۽ فرمانبرداريءَ جو قبولدار آهيان، مگر اوهان جن وڏن مونکي هي ملڪ ڏئي آزاد ڪيو آهي ۽ هين وانگي ضرورت کان سواءِ اچڻ وڃڻ کان معافي ڏني آهي. تنهنڪان سواءِ هاڻي آءٌ پيرسن ٿيو آهيان ۽ تڪليف وٺڻ ۽ سفر ڪرڻ ۽ جاکوڙا ڪيڻ البته مشڪل ٿو لڳي. پوءِ بهمن کي چيائين ته نيمروز ۾ هلو ته اوهان جي مناسب خدمت چاڪري ۽ مهمانداري ڪريان. بهمن چيو ته آءٌ ائين ڪري نٿو سگهان؛ مونکي حڪم آهي ته توکي قيد ڪري بادشاهه وٽ نيان. رستم چيو ته آءٌ حاضر آهيان. مگر پهرين وڃي پنهنجي پيءُ زال کان اجازت وٺان ته پوءِ هلان. في الحال گوٺ آيو ۽ پيءُ کي احوال ڏنائين ۽ پنهنجي مرضي به ڏيکاريائين. پر پٽس چيو ته ائين نه ڪر. وڃي جواب ڏئي نٿائي هليو اچ. پٺي ڏينهن رستم اسفنديار وٽ آيو. شاهزادي هنکي سوني ڪرسيءَ تي وهاريو ۽ وري به چيائينس ته منهنجو پيءُ بادشاهه تنهنجي فرمانبرداري قبول ڪرڻ ڪري توکي وڏي عزت ڏيندو ۽ وڏا انعام اڪرام ۽ جاگيرون ڏيندو. رستم شاهزادي کي وري به چيو ته في الحال هلي اسانوٽ به ٽي ڏينهن رهو ۽

آسودا ٿيو ته پوءِ تحفا ۽ سوکڙيون نذرانو ڪري ڏجن ۽
جيئن بادشاهه جو حڪم آهي تيئن ڪجي. اسفنديار وري
ٻه جيوته آءٌ ائين ڪري نٿو سگهان؛ مونکي تنهنجي ٻي ڪابه
ڳالهه پڌري ڪا نهي. بادشاهه جي حڪم موجب توکي
قيد ڪري وٺي نيٺو آهي. هي ٻڌي رستم کي ڪاوڙ
جو جوش آيو ۽ چوڻ لڳس ته مون پهلوانيءَ جا اهڙا ڪم
اوهان جي وڏن لاءِ ڪيا آهن، جو بادشاهه مونکي تخت تي
وهاريندا آهن ۽ تو فقط شاهزادو ٿي مونکي پنهنجي اڳيان
سوني ڪرسيءَ تي وهاريو آهي ۽ مون سان ههڙي بيعزتي
جهڙي گفتگوءِ ۽ هلت ٿو ڪرين. اسفنديار چيو ته تون
اهڙي پڌائي جو ٿو هٺين؟ جهان ٿو چوي ته تنهنجو پيءُ
زال جنّن جي نسل مان آهي، جنهنکي سيمرغ جهنگ مان
کڻي پالوت پالي وڏو ڪيو ۽ پوءِ اسان جي وڏن انهيکي ۽
توکي وڏي درجي تي رسايو. اهي سڀ ڳالهيون وساري
هاڻي تون بي ادبيءَ جهڙيون ڳالهيون ٿو ڪرين. رستم
چيو ته منهنجو پيءُ زال مشهور سام جو پٽ آهي ۽ سام نريمان
جو پٽ هو ۽ نريمان ڪورنگ جو پٽ هو ۽ انجي ماءُ
ملائڪن جو درجو رکندي هئي. سام جيڪي وڏا ڪم
ڪيا، سي ملڪن ۾ مشهور آهن. ڪيترا شهر ديون جي
ظلم کان بچايائين. منهنجي پيءُ جي ماءُ اسرائيل جي پٽ
جي ڌيءُ آهي ۽ مون پنهنجي ساري جواني ايران جي

بادشاهن جي طرفان سنڌن دشمنن سان وڙهندي گذاري،
جنهنڪري انهن منهنجي قدر شناسي ڪري مونکي
ملڪ ڏنو. ڪيڪاؤس منهنجي پيءُ کي جيت ۽ تاخت ڏنو ۽
سيستان جو خود مختيار بادشاهه مقرر ڪيائين. بلڪ
انهيڪي منهنجو ولي عهد ڪيائين. جڏهن ڪاؤس کي
يمن جي بادشاهه قيد ڪيو، تڏهن ستت ورهه برابر ايران
۾ بادشاهه ڪو نه هو ۽ تاخت خالي پيو هو. سندس ماءُ
راڻي مونوت آئي ۽ مونکي منٿون آزيون ڪيائين ته
منهنجو پٽ مونکي ڇڏائي آڻي ڏي. ڏاڍا جا ڪوڙا ڪيڏي
مون هنکي ڳولي وڃي لڌو ۽ قيد مان ڪڍي آڻي وري
سندس تاخت تي وهاريم. ساڳي طرح ٻوڙ فريبرز کي
بند مان ڪڍيم. افراسياب کي کُنم ۽ سياوش جو وير
ورتم. ڪيخسرو بادشاهه جي راڄ ۾ بيژن کي افراسياب
جي بند ۽ کوهه مان ڪڍيم، جو بيژن جي پيءُ گيو مونکي
منت آزي ڪئي. مطلب ته انهي طرح رستم منهنجا
۽ منهنجي پيءُ جا وڏا ۽ بهادريءَ جا ڪم اسفنديار کي ياد
ڏياري چيو ته انهن تنهنجن وڏن اسانکي خود مختيار
بادشاهه ڪيو ۽ اچڻ وڃڻ جي تڪليفن کان آزاد ڪيو،
سو هاڻ تون مونکي شيطان يا جن جي نسل مان ٿو سڏين
۽ ارادو ٿو ڪرين ته مونکي نامردن وانگي قيد ڪري
زنجير وجهي بادشاهه وٽ نيون. تنهنڪان سواءِ اسين خدا

پرست آهيون ۽ اوهين آتش پرست. اوهانجي مرضي آهي تہ اسانکي بہ زور سان آتش پرست بنايو. اسانجي حسب نسب ۽ قدر جي اوهانکي ون کي خبر هئي؛ تون نئڊو ۽ نا آزمودگار آهين. اجايو مغرور ٿيو آهين. اهامغروري گهڻو جٺاءِ نہ ڪندي. انهي جي جواب ۾ اسفنديار بہ پنهنجي حسب نسب جي تعريف ڪئي ۽ جيڪي پهلوانيءَ جا ڪم ڪيا هئائين، سي بيان ڪري پڌائين ۽ ٻڌاڙيءَ جو هنکي زردشتي دين تي اچڻ لاءِ چيائين. هي ٻڌي رستم چڙ ۾ اُٿي وڃڻ تي هو تہ اسفنديار زور ڪري هنکي وٺي پنهنجي پاسي ۾ تخت تي وهاريو ۽ نرميءَ سان ڳالهائي چيائينس تہ هتي تون منهنجو مهمان آهين ۽ اسان جي رسم آهي تہ مهمان کي عزت ڏيون. پوءِ مانيءَ جو حڪم ڏنائين ۽ گڏ جي ويهي ماني کاڌائون ۽ خوش ٿي صحبتون ڪيائون. انهي طرح نو ڏينهن گڏ گذاريائون ۽ اسفنديار ڪوشش ڪئي تہ مَن رستم راضي ٿي قبول ڪري تہ قيد ڪري بادشاهہ تائين نئيس ۽ هن جي حڪم جي تعميل ٿئي تہ کيس بادشاهي ملي؛ پر هن اها ڳالهہ قبول نہ ڪئي، ليڪن نيٺ انهي ڳالهہ تي آيو تہ آزاديءَ جي حالت ۾ ساڻس گڏ جي بادشاهہ گشتاسپ تائين هلي. اها ڳالهہ اسفنديار بہ قبول نہ ڪئي. آخر ناراض ٿي

هڪ ٻئي کان ڌار ٿيا؛ رٿ اها ڪيائون ته انهي
وقت جي دستور موجب ٻئي ڏينهن ٻئي پاڻ ۾ وڙهن
ته سندن پهلوانيءَ جو اندازو ٿئي؛ معلوم ٿئي ته
مدمقابلن ڪير زياده زوردار آهي. ٻئي ڏينهن
ٻئي پهلوان هٿيار ٻڌي تيار ٿي وڙهڻ لاءِ ميدان تي
آيا. سارو ڏينهن پاڻ ۾ وڙهيا، پر فيصلو ڪو نه ٿيو؛
هر ڪو ڦٽجي شام جو پنهنجي جاءِ تي آيو؛ رات
گذاري وري ٻئي ڏينهن وڙهڻ لاءِ آيا. ٻئي ڏينهن
رستم اسفنديار کي ماري وڌو. شاهنامي ۾ آهي ته
اسفنديار کي روئين تن چوندا هئا، جو سندس بت
چڙهه ته ڪٽ يا لوهه جو هو؛ تلوار يا تير جو ڪو اثر نه
ڪندو هوس، پر رستم سيمرغ جو ڪنب ڪمان ۾ وجهي
هنيس، جو اکين ۾ لڳس؛ هو ڪري پيو. پر اهو سڀ
شاعرانو مبالغو آهي. مرڻ مهل اسفنديار رستم کي
وصيت ڪئي ته منهنجي پٽ بهمن کي پاڻ وٽ
سيستان ۾ سنڀالج؛ منهنجي لاش ايران موڪلج.
انهو جب بهمن سيستان ۾ رهيو؛ اسفنديار جو ڀاءُ پشوتن
هنجو تابوت کڻائي ماتم ڪندو ايران ڏي موٽيو.
جڏهن بادشاهه گشتاسپ کي پٽ جي مرڻ جي خبر
پهتي، تڏهن ڏاڍو افسوس ٿيس؛ پنهنجي ڪئي تي

ڏاڍو پشيمان ٿيو. ماتم جي رسم پوري ڪرڻ کان
پوءِ لشڪر وٺي وري ترڪستان ڏي ويو ته ترڪن
سان جنگ ڪري. اتي وڃي جنگ ڪري هزارين
ترڪ ماري فتح ڪري موٽي آيو ۽ پوءِ ماڻهو موڪلي
بهمن کي سيستان مان گهرائي ورتائين، انهي لاءِ ته
انهي کي پنهنجو ولي عهد ڪري. بهمن لفظ جي معنيٰ
يوناني ٻوليءَ ۾ چڱو آهي ۽ هن جي ماءُ طالوت جي
اولاد مان هئي، جنهن جو ذڪر توريت ۽ قرآن ۾ حضرت
داؤد جي قصي ۾ آهي. بهمن کي پنهنجي جاءِ تي
وهاري پاڻ گشتاسپ وڃي گوشه نشين ٿيو ۽ سگهوئي
پوءِ مري ويو. هن بادشاهه پنهنجي سڪي تي آتشڪده
جي شڪل ڪڍي ۽ ٻئي پاسي پنهنجي تصوير جڙت
سان. هڪ سؤ ويهه ورهه بادشاهي ڪيائين. هنجو
ڪلام ۾ گڏ ڪيل آهي، جو نصيحتن سان ڀريل آهي.

## بهمن بن اسفنديار (درازدست).

هن بادشاهه جو لقب **درازدست** آهي يعني
ڊگهين ٻانهن يا هٿن وارو، ڇالاءِ جو هفت اقليم سندس
قبضي ۾ هو. هن جهڙو عقل وارو بادشاهه ايران ۾
ڪونه ٿيو. هو نياز وارو ۽ رحمدل به هو. هنکي **اردشير**
به چوندا آهن. هو پهريون بادشاهه هو، جنهن خطن جي
مٿان ۾ خدا جي نالي وجهڻ جي رسم ڪڍي. اردشير

نالي پوڙهو جو سبب هي هو ته جڏهن بهمن جائو ۽ بادشاهه
گشتاسپ وٽ اسفنديار ويٺو هو ته انهيءَ کي پٽ جي
ڄمڻ جي مبارڪ آڻي ڏنائون. انهيءَ مهل هڪڙو
نوڪر ٽن ڪُتي اچي اتان لنگهيو. اسفنديار انهيءَ
کان پڇيو ته تنهنجو نالو ڇا هي؟ هن چيو اردشير.
سا گهڙي وقت مبارڪ ٻه ماڻس ۽ اردشير جو نالو پڌايو
ويس، تنهن ڪري انهيءَ کي ٻه اردشير سڏ يائين. هو
عدل ۽ انصاف جي ڪري ٻه مشهور ٿيو. هن جي عادت
هوندي هئي ته سال ۾ هڪڙو ڀيرو پنهنجي سڀ رعيت
گڏ ڪندو هو ۽ پاڻ انهن جي اڳيان تخت تان لهي
هيٺ ويهندو هو ۽ پهرين خدا جو شڪرانو ڪندو هو ۽
پوءِ هنن کان پڇندو هو ته اوهان کي مون مان يا
منهنجن عملدارن ۽ ڪامورن مان ڪو ظلم رسيو هجي
ته اهو ظاهر ڪريو ته انهيءَ جو تدارڪ ڪريان. پوءِ
وڏي موبد کي چوندو هو ته اهو ماڻهن کي وعظ ڪندو
هو ۽ چڱيون نصيحتون ڪندو هو. تخت تي ويهڻ کان
پوءِ جڏهن بادشاهي انتظام پورو ويهاري رهيو، تڏهن
رستم پهلوان کان پنهنجي پيءُ جي وير وٺڻ ۽ زابلستان
کي ناس ڪرڻ جو ارادو ڪيائين ۽ تمام وڏو لشڪر
گڏ ڪري اڳوات اوڏي روانو ڪيائين ۽ پاڻ انهيءَ جي پٺيان
ويو. اتي خبر پيس ته انهيءَ وچ ۾ رستم پاڻ مري ويو آهي ۽

سندس پٽ **فرامرز** سندس جاءِ تي ويٺو آهي ۽ اهو ٻه پهلوان آهي. آخر انهي سان جنگ ڪيائين، جنهن رستم جو پٽ ۽ پيا عزيز خويش مارجي ويا ۽ رستم جو پيءُ زال زر ۽ انهن جون زالون ۽ ڌيون قيد ٿي پيون.
بهمن جي راڄ ۾ بابل ۾ جيڪو بادشاهه بخت نصر هو، تنهنکي هن موقوف ڪيو ۽ انهيءَ جي جاءِ تي **ڪورش** مقرر ڪيائين، جو لهراسپ جي اولاد مان هو ۽ جنهن جي ماءُ بني اسرائيل مان هئي. انهيڪي حڪم ڏنائين ته بني اسرائيل جا جيڪي قيدي آهن، تنکي بيت المقدس ڏي ڏياري موڪلي. ڪورش سڀ بني اسرائيل گڏ ڪري اوڏي موڪليا ۽ دانيال کي انهن جو حاڪم ڪيائين. ڪن ڪن ڪتابن ۾ آهي ته لهراسپ پنهنجي حڪومت جي وقت ۾ بخت نصر کي موقوف ڪري بني اسرائيل کي موڪل ڏني ته وڃي شام ۾ رهن. بهمن جي ڏينهن ۾ شام جو ملڪ آباد هو ۽ هڪڙو رسول هنن ڏي موڪليو ويو هو، پر هنن انهيڪي ماري ڇڏيو، تنهن تي ڪاوڙ جي بخت نصر کي وري موڪليائين ته انهنکي خراب خوار ڪري، جو نه خدا جي عبادت ٿي ڪيائون ۽ نه بادشاهه جي فرمانبرداري ٿي ڪيائون. تنهنڪري بخت نصر وڏو لشڪر وٺي وڃي بيت المقدس کي ناس ڪيو ۽ ايڪين ماڻهو قيد ڪري عراق عرب ڏي موٽي آيو.

جڏھن بھمن جي بادشاھيءَ جا ڪي سؤ ٻارھن ورھہ گذريا، تڏھن پنھنجي ڌيءَ **ھُماني پاھما** کي ولي عھد ڪيائين ۽ پنھنجي پٽ **ساسان** کي نا اُميد ڪري ڇڏيائين. انھيڪري ساسان ٻئي ڪان رنج ٿي شھر ڇڏي ھليو ويو ۽ وڃي گوشہ نشين ٿيو ۽ عبادت ۾ مشغول رھيو ۽ ڌڪي رڍون رکيائين، جنھنجو ڪيرڌ ھندو ھو ۽ انھي تي گذران ڪندو ھو. ڪن تاريخن ۾ آھي تہ جڏھن بھمن بيمار ٿيو ۽ ھُما خود بھمن مان پيٽ سان ھئي، جو دارا پيٽ ۾ ھوس، تنھنڪري پنھنجو چٽ ھما جي پيٽ تي رکايائين، تنھنڪري ساسان نا اُميد ٿي نڪري ويو. جڏھن ھما دارا ڄڻيو، تڏھن ھنڪي اھو نہ وڻيو، تنھن ڪري لڪ چپ ۾ گھڻن جواھرن سان انھيکي ھڪڙي صندوق ۾ وجھي اصطخر يا بلخ جي ھڪڙي نديءَ ۾ لوڙھي ڇڏيائين. اتفاق سان اھا صندوق ھڪڙي جاندھہ واري ڪڍي ۽ کولي ۽ انھيم خوبصورت ٻار ۽ جواھر ڏسي خوش ٿيو ۽ انھيکي پالي وڏو ڪيائين. پوءِ ھن پنھنجي ماءُ ھما ڳولي لڌي. انھي کيس سندس اصل نسل جي خبر ڏني ۽ انھيجي اشاري سان وڃي تخت ۽ تاج جو وارث ٿيو. پر تاريخ معلوم وارو چوي ٿو تہ بھمن پاڇاڙيءَ جي ڏينھن ۾ چٽ دارا جي مٿي تي رکيو.

## رستم پهلوان بهمن جي ڏينهن ۾ وفات ڪئي

۾ شاهنامي ۽ ٻين تاريخن ۾ رستم پهلوان جي مرڻ جو گهڻو احوال لکيل آهي، جو شعر جي صورت ۾ آهي. انهيءَ جو مختصر مضمون هتي ڏيڻ ضرور آهي. رستم جمشيد جي نسل مان هو. هنکي **شغاد** نالي هڪڙو پيءُ ٽويلو ڀاءُ هو، جو ڏاڍو شرير ۽ فسادي ماڻهو هو. ڪابل جي حاڪم جي ڌيءَ سان شادي ڪري وڃي ڪابل ۾ رهيو. ڪابل تڏهن زابل يا سيستان جي زيردستيءَ ۾ هو ۽ انهي کي ڏل ڀريندو هو. شغاد جو رستم سان ويرهو، جو سندن پيءُ زال جي رستم سان گهڻي محبت هوندي هئي. ڪابل جي حاڪم کي زال ۽ رستم کي ڏل ڀري ڏيڻ کان عار ايندو هو ۽ شغاد ۽ هن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته انهي ڏل کان آزاد ٿجي ۽ رستم کي ماري ڇڏجي. اهو منصوبو ڪري ظاهري طرح ڪابل جي حاڪم شغاد کي ڪابل مان ڪڍي ڇڏيو ۽ هو سيستان ۾ آيو ۽ پيءُ ۽ ڀاءُ سان گڏيو ۽ انهن وٽ ڪوڙ ڪري چيائين ته ڪابل جو حاڪم ڏل ڀرڻ کان اعتراض ٿو ڪري ۽ مون اوهان جي طرفان هن سان تڪرار ڪيو، تنهن تي مونکي ملڪ مان ڪڍي ڇڏيو اٿس سوجهي آيو آهيان. مي پڌي رستم ڪاوڙيو ۽ لشڪر وٺي ڪابل تي وڃڻ جو ارادو ڪيائين. شغاد چيس ته ڪابل جو بادشاهه ڪو اهڙو زور وارو آهي جا جنهن

سان اسين ھلي وڙھون. فقط تون اڪيلو مونسان چڙھي هل. ھاڻ سان هو ٻچي ويندو ۽ ھڪدم اچي پيش پوندو ۽ وري ٻيو، ڳالھيون نہ ڪندو. رستم کي ڀاءُ جي دغا جي خبر نہ پئي، سو ھنجي چئي موجب سنبري اُٿي ھليو. پرسيستان ۾ اچڻ کان اڳئي ڪابل جي بادشاھہ جي صلاح سان رستي ۾ ھڪ ٻن ھنڌن تي وڏن کوھن جا منھن ڍڪڻ کان سان ڍڪي سنئين زمين ڪري ڇڏي ھئائون ۽ انھن ۾ ڀالا ۽ نيزا ۽ اھڙا ھٿيار اُڀا رکي ڇڏيا ھئائون. شغاد رستم کي انھي رستي کان نيو. جڏھن ڪابل کي ويجھو آيا، تڏھن ڪابل جو بادشاھہ اچي ڳڏيس، ۽ پيش پيس، ۽ جوڻ لڳس تہ آءٌ ڪير آھيان، جو تو سان وڙھندس يا تنھنجي ڏل پرڻ کان عار ڪندس، منھن جو ملڪ تنھنجو آھي. پوءِ ھنسان ھمرڪاب ٿي ھليو. ھڪڙي ھنڌ رستي ۾ رستم گھوڙي سوڌو وڃي کوھہ ۾ ڪريو ۽ ڀالا منجھانئس توڙي گھوڙي منجھان لنگھي پار پيا. ڏاڍي ھمت سان ٻاھر ڪي کوھہ جي منھن تائين پھچايائين، ليڪن ڀالن جي زخمن کان بيحال ٿي پيو. ڪابل جو بادشاھہ ڀڄي ويو. شغاد ھڪڙي وڻ جي پٺيان لڪي بيٺو. رستم انھي کي سھي ڪري ڪمان مان اھڙو تير ھنيو، جو وڻ مان لنگھي شغال منجھان لنگھي ويو، جو ھو اتي جو اتي مري ويو ۽ ھيڏي وري

رستم ڪوهه جي مٿئون وٺ مري ويو. جڏهن اها خبر رستم جي پيءُ زال ۽ ماءُ روداٻه کي پهتي، تڏهن هو ڏاڍا غمگين ٿيا. ست ڏينهن برابر ماتم ڪيائون ۽ ڪي ٻه ڪين کاڌائون. سگهوئي رستم جو پٽ فرامرز لشڪر گڏ ڪري ڪابل ڏي ويو ۽ جنگ ڪري ڪابل جي بادشاه کي قيد ڪري مارائي ڇڏيائين ۽ رستم جي لاش سيستان ۾ آندائين ۽ سام جي دخمه (قبي) ۾ رکيائين ۽ پوءِ پيءُ جي جاءِ تي زابل ۽ ڪابل تي حڪومت ڪندو رهيو جيسين ڪ مئو.

## هماني يا هما

هماني يا هما جڏهن ايران جي تخت تي ويٺي، تڏهن تمام چڱي همت ۽ جرات سان بادشاهي ڪرڻ لڳي. پنهنجي مهيني کان پوءِ پٽ ڄائس، جنهن جو نالو دارا رکيو ويو جيئن اڳئي بهمن مقرر ڪيو هو ۽ انهي جي وصيت موجب تخت انهي جي مٿي تي رکيو ويو. لکيل آهي ته دارا جي ڄمڻ جي ڳالهه هما ماڻهن کان لڪائي ڇڏي ۽ جيئن مٿي ڄڻيو ويو ته ڪ چوري ڪ ڪاٺي صندوق ۾ زر زيور وجهي پاڻي ۾ لوڙهي ڇڏيائين. جا تاريخ گذري جي لکندڙ جي چوڻ موجب ڪاٺي ڌوٻيءَ جي هٿ آئي ۽ انهي خوبصورت ڇوڪر ڏسي ڪهڪي ڪيو ۽ پاليو ۽ دارا نالو رکيائينس. جڏهن وڏو ٿيو، تڏهن ڪڏهن جو ڪم ڇڏي

بادشاھي خيال رکي جهنگ ۾ شڪار ڪندو وتندو ھو. نيٺ ماڻهن سان وڃي گڏيو ۽ حقيقت معلوم ٿيس ۽ ماڻ جي طرفان لشڪر وٺي وڃي رومين سان جنگيون ڪيائين ۽ بهادري ڏيکاريائين. پڇاڙيءَ ۾ نيٺ ورھن جي بادشاھيءَ کان پوءِ ھن پٽ کي تخت تي وھاريو. اصطخر شھر ۾ ھزار ستون واري عمارت انھي راڻيءَ جي جوڙايل ھئي.

## دارا يا داراب بن بهمن.

دارا يا داراب وڏي ھمت ۽ جرات ۽ تجويز وارو بادشاھ ھو ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ گهڻئي سرڪشن کي پنهنجو تابعدار بڻايائين، سواءِ **فيلقوس** جي، جو روم جو حاڪم ھو. انھي البت سرڪشي ڪئي ۽ ساڻس سامهون ٿيڻ لڳو؛ تنهنڪري وڏو لشڪر سنبرائي انھي تي ڪاھي ويو. روم جو قيصر پنهنجو لشڪر وٺي ھن کي اڳيان اچي مليو. وڏي جنگ لڳي، جنهن ۾ ايراني فتحياب ٿيا ۽ رومي ڀڄي ويا. فيلقوس وڃي ھڪڙي قلعي ۾ پناھ ورتي. دارا انھي کي وڃي گهيرو ڪيو. آخر لاچار ٿي ھن صلح ڪيو. فيلقوس جي ڌيءَ سان شادي ڪيائين ۽ ملڪ کيس موٽي مليو، ھن شرط سان ته ھر سال ھزار سون جا آنا، ھر ھڪ وزن ۾ چاليھ مثقال ايران ۾ حرابي ۾ ڏيل رانگي موڪليندو رھي. دارا

پنهنجي پيءُ راڻيءَ سميت موٽي ايران ۾ آيو. پر انهيءَ
شاهزاديءَ يا راڻيءَ جي وات ۾ خراب باس هئي، تنهنڪري
هن کي موٽائي روم ڏي ڏياري موڪليائين. انهيءَ
وقت ڏاري فيلقوس کي پٽ ڄائو، جنهن جو نالو
**سڪندر** رکيائين ۽ دارا کي ٻه پٽ ڄائو، جنهنکي
محبت جي گهڻائيءَ کان پنهنجو نالو ڏنائين يعني **دارا.**
انهي ڪري پيءُ کي **دارا اڪبر** ۽ پٽ کي **دارا اصغر**
سڏيندا آهن. جڏهن دارا جي بادشاهي چوڏهن ورهه
هلي رهي، تڏهن پاڻ مري ويو ۽ پٽ کي تخت تي
وهاري ويو. افلاطون حڪيم هن دارا جي راڄ ۾ هو.

## دارا بن دارا (داراب).

هي نئين دارا تمام بد طبيعت ۽ بد افعال ۽ نفس
پرست ۽ بي مروت ۽ ظالم ۽ ڏچڻو هو. سگهوئي سندس
وزير امير ۽ ٻيا ماڻهو کانئس بيزار ٿي پيا. هوڏي
هاڻي روم ۾ فيلقوس جي جاءِ تي سندس پٽ سڪندر
بادشاهه هو، جو همت ۽ بهادريءَ وارو هو. ماڻهو ناراض
ٿي ڳجها خط سڪندر ڏي لکڻ لڳا ۽ کيس سڏڻ لڳا.
سڪندر انهي ڪري ساليانيءَ ڍل هزار سونن آنن
واري بند ڪري ڇڏي. جڏهن دارا جا وڪيل
ڍل طلب ڪرڻ وارا ويا، تڏهن سڪندر انهن کي
اهو جواب ڏنو ته اهي ڪڪڙ مري وئي، جا سونا آنا

ڏيندي ھئي. آخر ٻنھي طرفن جنگ جي تياري ڪئي
۽ پئي اچي جنگ جي ميدان ۾ گڏ ٿيا. دارا شڪست کاڌي
۽ رات جو سندس ٻن ھمداني پردهدارن ماري وڌس ۽ پوءِ
اُھي ڀڄي سڪندر وٽ ويا. سڪندر ترت دارا وٽ آيو.
ھو مرڻ تي ھو ته سندس ڪنڌ ڪڍي جھوليءَ ۾ رکيائين ۽
ھن جو حال ڏسي زار زار روئڻ لڳو. مرڻ مھل
سڪندر کي دارا وصيت ڪئي ته منھنجي ڌيءُ
روشنڪ سان شادي ڪج ۽ منھنجي قتل ڪندڙن
کي قتل ڪج ۽ ايران جي بادشاھيءَ تي ڪنھن ڌارئي
ماڻھوءَ کي نه رکج. سڪندر انھن ٽنھين ڳالھين جي
پوري تعميل ڪئي. دارا چوڏھن ورھ بادشاھي ڪئي.

## سڪندر بن فيلقوس رُومي.

سڪندر کي ذُوالقرنَين نھيو به سڏيندا آھن ۽
رُومي به سڏيندا اٿس ۽ يوناني به سڏيندس. ڪن تاريخ
وارن جو چوڻ آھي ته سڪندر وڏي دارا جو پٽ ھو،
جو سندس ماءُ فيلقوس جي ڌيءُ کي جڏھن دارا موٽائي
موڪليو ھو، تڏھن پيٽ سان ھئي ۽ پيءُ وٽ وڃي پٽ
ڄڻيائين، جنھنکي فيلقوس پنھنجو پٽ ظاھر ڪيو.
ڪن جو چوڻ آھي ته سڪندر کي ماٽس جھنگ ۾
ھڪڙيءَ زال وٽ ڇڏيو، جنھن ھن کي رڍن جو کير پياري
وڏو ڪيو. پوءِ وڏي ھوندي ماءُ وٽ ويو، جنھن

ساڄاتس ۽ پنهنجي پيءُ فيلقوس وٽ پيش ڪيائينس. انهي ڪي هو نهايت گهڻو وڻيو ۽ هن کي پنهنجو پٽ ڪري ولي عهد مقرر ڪيائين، جو پيو پٽ ڪونہ هوس. ڪتاب نزهتہ الارواح ۾ آهي تہ سڪندر پٽ فيلقوس جو آهي. انهي جي بادشاهيءَ جي سٺن ورهن گذرڻ کان پوءِ هنکي هڪڙي امير شخص فلوس ناليءَ ماري وڌو، جو هو سندس راڻيءَ تي عاشق هو، پر هن نفرت جي نگاهہ سان تي ڏٺس. تنهنڪري ارادو ڪيائين تہ فيلقوس کي ماري سندس ملڪ ۽ زال ٻہ هٿ ڪري. انهي ارادي سان هڪڙي لڙائيءَ ۾ وجهہ وٺي هنکي ماري ڇڏيائين. فيلقوس کي زخم گهڻا رسيا ۽ مرڻ کي نزديڪ هو. سڪندر فلوس کي پڪڙي پيءُ وٽ وٺي آيو، جنهن هٿ سان هن کي ماريو ۽ سڪندر کي پنهنجي جاءِ تي مقرر ڪيائين ۽ هن جي پالڻ ارسطاطاليس حڪيم کي ڏنائين ۽ وصيتون ڪندي وفات ڪيائين. ارسطاطاليس هميشہ سڪندر کي صلاح مصلحت ڏيندو رهيو.

سڪندر اگرچہ عمر جو ننڍو هو، پر تڏهن بہ ڏاڍو همت وارو هو. تخت تي وهڻ کان پوءِ سگهوئي پنهنجي ملڪ کي ايران جي ڏل ڀرڻ کان ڇڏايائين ۽ دارا جي مارجڻ تي ايران هٿ ڪيائين، جيئن

مٿي ذڪر ڪيو ويو. پوءِ مصر تي ڪاهيائين ۽ اهو
ملڪ فتح ڪيائين. آتان شام ڏي ويو ۽ اهو ملڪ
ورتائين. ايران جي فتح کان پوءِ سڪندر هند
ڏي منهن رکيو، جتي جو راجا فور نالي هو. انهيءَ کي
شڪست ڏئي انهيءَ جو ملڪ ورتائين ۽ هند جي ٻئي
راجا ڪند نالي کي به شڪست ڏنائين. هند جي
فيلسوفن ۽ حڪيمن ۽ طبيبن سان به ملاقاتون ۽
صحبتون ڪيائين. پوءِ چين ڏي رخ رکيائين ۽
اتي جي بادشاهه فغفور کي پنهنجو تابع ڪري عجيب
غريب مال گڏ ڪري موٽيو ۽ ترڪستان ۾ آيو، جتي
ڪي نوان شهر آباد ڪيائين. پوءِ مغرب ڏي هليو.
وطن ڏي موٽندي رستي ۾ بيمار ٿي پيو ۽ مري ويو.
سڪندس وصيت موجب مئي کان پوءِ سڪندس هٿ ٻاهر
ڪڍي ڇڏيائون، انهي لاءِ ته سڀڪنهن کي خبر پوي
ته هٿين خالي آيو هو ۽ هٿين خالي موٽي ويو. سڪندس
تابوت يا جنازو وطن ڏي آندائون ۽ مصر ۾ اسڪندريه
شهر، جو هن پاڻ ٻڌايو هو، تنهن منجهان لنگهائي روم
۾ آندائون. سڪندس ماءُ جيئري هئي، تنهن ڏاڍو
رنو ۽ افسوس ڪيو.

هن سترهن ورهه بادشاهي ڪئي، جن مان نو
ورهه برابر جنگين ۾ گذاريائين ۽ اٺ سال آرام

سان حڪومت ڪيائين ۽ دنيا ۾ پاويهه وڏا ملڪ فتح ڪري هٿ آندائين. سڪندر جي نسبت ۾ وڏا وڏا ڪتاب عربي ۽ فارسي ۽ يوناني ۽ يورپي ٻولين ۾ لکيل آهن. مفصل احوال انهن تاريخن جي ڪتابن مان پڙهڻ گهرجي.

سڪندر چار ورهه ايران جي قبضي ۾ رهيو ۽ ارسطاطاليس حڪيم جي صلاح سان جيڪي باد شاهه ۽ شاهزادا قيد ڪيا هئائين، تنکي جدا جدا ملڪن تي حاڪم مقرر ڪيائين، جن کي مُلوڪ طوائف چوندا آهن.

سڪندر جي فتح کان پوءِ ايران جو ڪياني شاهي خاندان پورو ٿيو ۽ انهي کان پوءِ اشڪاني خاندان شروع ٿيو.



## (٣) اشڪاني خاندان جا بادشاه.

اشڪاني بادشاه انهي ملوڪ طوائف ڪي ٿا چون. آهي خود مختار رهيا ۽ هڪبئي کي ڏل نه پريندا هئا، هو پشت بر پشت اردشير بابڪان تائين حڪومت ڪندا رهيا.

ڪنهجو چوڻ آهي ته سڪندر جي راڄ کان وٺي اردشير بابڪان جي راڄ تائين جيڪو اٽڪل پنهجن سون ورهن جو عرصو آهي، سو اشڪاني خاندان جي بادشاهن جو راڄ سمجهيل آهي. انهنمان پهريون **اشڪ بن اشڪان** هو. ڪي انهيکي اشڪ بن دارا ٿا سڏين ۽ انهيکي سڪندر بادشاه ڪيو. ڪي چوري لکن ٿا ته جڏهن سڪندر ايران فتح ڪري موٽي ويو، تڏهن هڪڙي نائب کي هڪ جاي نديءَ کان رکي تائين حاڪم ڪري رکيو هئائين، تنهن تي اشڪ ڪاهه ڪئي ۽ پين پاسي وارن حاڪمن يا بادشاهن انهيکي مدد ڏني ۽ هن اهو ملڪ وٺي هٿ ڪيو. پر جڏهن اشڪ ملوڪ طوائف

مان مکيہ ۽ وڏو ھو، تنھنڪري انھي وقت جي سيني ملوڪ طوائف کي اشڪاني سڏڻ لڳا، مگر پيا بہ اھڙا خود مختار حاڪم ھئا جھڙو اشڪ ھو ۽ انھيڪي ڍل نہ ڀريندا ھئا. انھن بادشاھن جو احوال سواءِ تاريخ گزيده ۽ تاريخ جعفريءَ جي ٻئي ڪنھين ھنڌ لکيل ڏسڻ ۾ نہ آيو. تنھنڪري ھتي بہ انھمان انتخاب ڪري ڏنو ويو آھي، جيئن روضة الصفا واري بہ ڪيو آھي.

## اشڪ بن اشڪان.

ھن بابت مٿي جدا جدا رايون ڏنيون ويون آھن. سيني ملوڪ طوائف مان ھن ٺھراءُ ڪيو تہ ھو ڪيس سيني کان وڏو شمار ڪن انھي شرط مان تہ ھو خود مختار رھندا ۽ کيس ڍل ڀري نہ ڏيندا.

## شاپور بن اشڪ.

اشڪ جي مرڻ تي سندس وصيت موجب سندس پٽ شاپور تخت تي ويٺو. ھو اڪثر عرب جي پاسي گذاريندو ھو ۽ سندس زال حضرت يوسف عليہ السلام جي اولاد مان ھئي. مدائن شھر انھي پٽ و ۽ دجلي تي ھڪڙي لوھ جي پل ٺھرايائين، جا ڪسريٰ جي وقت تائين رھي. ويس ۽ رامين، جي عرب ۾ مشھور عاشق معشوق ھئا، جيئن ليلي مجنون ھئا، ۽ جنجو قصو شعر ۾ لکيل ھو، سي ھن بادشاھ جي رعايا ۾ ھئا. ھي بادشاھ نھايت عقل ۽ علم ۽

فضيلت ۽ همت وارو هو. پاڻيٺاليهه ورهه حڪومت ڪيائين. تاريخ جعفريءَ وارو چئي ورهه ٿو چوي، جنهن ڪري وڏو تفاوت ٿي پوي ٿو. هن بادشاهه کي زرين جو لقب مليل هو. ڪي چون ٿا تہ حضرت عيسيٰ هن جي زماني ۾ پيدا ٿيو.

## بهرام بن شاپور.

شاپور جي مرڻ تي سندس پٽ بهرام تخت تي ويٺو. هن جو لقب گودرز هو. جتي هاڻي رومين شهر آهي، اتي هن هڪڙو وڏو شهر ٻڌو، جنهن جو بنياد سارو چيلهن پٿرن تي رکيو ويو هو ۽ هڪڙو وڏو آتشخانو بہ جوڙايائين. هن جي بادشاهي ٻارهن ورهه هلي.

## بلاش بن بهرام.

هي پيءُ جي وصيت موجب سندس قائم مقام ٿيو. اهو بہ چڱو عادل بادشاهه هو. قرآن ۾ لکيل آهي تہ بني اسرائيل مان ڪي ماڻهو گناهن ڪري آدمين جي صورت مان بدلجي پوانرا ٿي پيا هئا، سي هن بادشاهه جي ڏينهن ۾ ٿيا هئا، جي ستن ڏينهن کان پوءِ مري ويا. هن بادشاهه پنهنجي جيئري پنهنجي پٽ هرمز کي پنهنجي جاءِ تي وهاريو.

## هرمز بن بلاش.

هي بادشاهه خوبصورت ۽ نيڪ سيرت ۽ بهادر هو. لکيل

آهي تہ هڪڙي ڏينهن هرمز شڪار ڪندي هڪڙي هرڻ جي پٺيان ڪاهي پيو. هرڻ هڪڙي جبل ۾ وڃي ڪنهن غار منجهہ گهڙي ويو. هرمز بہ انهي جي پٺيان اندر گهڙيو. ڪجهہ پنڌ ڪرڻ کان پوءِ چئن عقن تي وڃي پهتو. هر هڪ ۾ هڪڙي وڏي مٽ جيڏي ديگـــ هئي، جنهن جي مٿان هڪڙي سوني ٿالهي رکيل هئي ۽ ٿالهيءَ جي وچ تي هڪڙو شيشو رکيل هو، جنهن جي مٿان هڪڙو جواهر هو. پاسي ۾ هڪڙي ٽامي جي پٽي لڳل هئي، جنهن تي عبراني اکرن ۾ لکيل هو تہ هي خزانو فريدون بادشاهہ جو آهي. هرمز اهو خزانو ڪڍائي پنهنجي لشڪر کي وراهي ڏنو. هن اوٺيهہ ورهہ بادشاهي ڪئي. قادسيہ ۽ نهروان جا شهر انهي پڏا. حضرت يونس نبي هن جي زماني ۾ پيدا ٿيو. هن کي چاليهہ زالون هيون ۽ هن جي بادشاهي چاليهہ ورهہ هلي. هن جي زماني ۾ صادق ۽ صدوق انطاڪيہ ۾ وڃي حضرت عيسيٰ جي دين جي پيرويءَ جي دعوت ڪئي.

## نوش بن بلاش.

تاريخہ گزيده وارو لکي ٿو تہ هرمز کان پوءِ منڊس پاڻو نرسي تخت تي ويٺو ۽ چوڏهن ورهہ بادشاهي ڪيائين ۽ نظام التواريخ وارو چاليهہ سال بادشاهي ٿو چوي، پر تاريخ جعفريءَ وارو تہ نرسيءَ جو اصل ذڪر ڪونہ ٿو

ڪري ۽ انھي جي جاءِ تي انوش يا نوش بن بلاش آندو اٿس، جيئن اسان ھٺي ڏنو آھي.

## فيروز بن ھرمز.

فيروز پنھنجي ڀاءُ جي ڪان پوءِ بادشاھ ٿيو ۽ سترھن ورھن ڪان پوءِ ھنجو ظلم حد ڪان لنگھي ويو. ماڻھو تمام تنگ آيا ۽ سڀني گڏ جي زور ساں ھنکي تخت تان لاھي ھنجون اکيون ڪڍي اندو ڪري ڇڏيائونس ۽ سندس ڀاءُ بلاش کي تخت تي وھاريائون.

## بلاش بن ھرمز.

ھن ڀرين آس پاس جا ڪي ملڪ ورتا ۽ لار شھر جو بنياد وڌائين. نيٺ ٻارھن ورھ بادشاھي ڪري مري ويو ۽ مرڻ ڪان اڳي پنھنجن سؤٽن مان ھڪڙي کي پنھنجي جاءِ تي بادشاھ ڪيائين.

## خسرو بن بلاش بن نرسي بن ھرمز.

ھي بادشاھ ملڪ ھلائڻ جي ڪم ۾ چالاڪ ھو، مگر ڏاڍو شھوت پرست ھو، انھي حد جو پنھنجي پيءُ مان ٻہ نہ ٽريو. ھن ھڪڙي وڏي ماڙي يا محلات ٺھرائي ھئي، جنھنجا ست طبقا ھئا. پاڻ سڀکان مٿين ماڙيءَ ۾ وھندو ۽ شراب پيندو ھو ۽ عدالت ڪندو ھو. جنھنکي ڏوھي ٺھرائيندو ھو، تنھنکي اُتان ھيٺ اُڇلائيندو ھو. شراب کان سواءِ آفيم بہ کائيندو ھو. ھڪڙي ڏينھن

ايترو گهڻو آفيم کاڌائين، جو مري ويو. هنجي بادشاهي چاليهہ ورهہ هلي. سيرجان جو شهر هن ٻڌو. اصحاب کهف هنجي زماني ۾ هئا.

## بلاش بن بلاش.

هو خسرو جو پاٽو هو. هڪڙيءَ رات خواب ۾ ڏٺائين تہ هڪڙو ملائڪ کيس ٿو چوي تہ تنهنجو موت تنهنجي هٿ ۾ آهي. انهي خواب کان پوءِ هميشہ ملول رهندو هو. هڪڙي ڏينهن پنهنجي تنبوءَ ۾ هڪڙي سُرخ کي تيڪ ڏيو وينو هو تہ اهو ڪِري پيو ۽ تنبو ۽ قناتون مٿانس اچي پيون ۽ هو اندر دٻجي گهٽجي مري ويو. هن جي بادشاهي چوويهہ ورهہ هلي. طارم جو شهر هن ٻڌايو.

## اردوان بن بلاش.

تاريخ جعفريءَ وارو لکي ٿو تہ هن بادشاهہ جي ڏينهن ۾ ٽي ورهہ برابر مينهن ڪو نہ پيو. ماڻهو سخت لاچار ٿيا. آخر بادشاهہ رعيت سميت توبهون ڪري خدا تعالاءِ کان معافي گهري. پوءِ مينهن پيو. تاريخ گزيده وارو لکي ٿو تہ تيرهن ورهن جي بادشاهيءَ کان پوءِ هو پنهن اشڪانين جي جنگ ۾ مارجي ويو. اهي اشڪاني ملوڪ طوائف کان عليحدا هئا ۽ فريبرز بن ڪاؤس جي اولاد مان هئا ۽ انهي جا ميندان اڻ بادشاهہ ٿي گذريا.

## آولاد بن اشڪان.

ھي بادشاھ مٿي ذڪر ڪيل اشڪ بن اشڪان جو شايد پاڻ ٽو ڏسجي، جنھن جي نسل پڻ بادشاھي ڪئي. اردوان سان جنگ ڪري ھنکي ماريائين ۽ پاڻ بادشاھ ٿيو. ھن به پين ملوڪ طوائف سان اھو شرط ڪيو جو اشڪ بن اشڪان ڪيو ھو. ھن ٽيويھ ورھ بادشاھي ڪئي. انھي زماني ۾ بت پرستي عام ٿي وئي ھئي، تنھنڪري جرجيس پيغمبر ظاھر ٿيو.

## بلاش بن اشڪان.

ھو پنھنجي پاڻ اولاد کان پوءِ تخت تي ويٺو ۽ پارھن ورھن بادشاھي ڪيائين. حضرت عيسىٰ ھنجي زماني ۾ پيدا ٿيو.

## گودرز بن بلاش.

ڪن تاريخ نويسن ھن بادشاھ جي نالي لکيو آھي تہ حضرت يحيىٰ جو ويرھن بني اسرائيل کان ورتو. ھو ٽيھ ورھ بادشاھي ڪري مئو. ھنکي اعظم يا وڏي جو لقب ھو.

## بيژن بن گودرز.

ھي پنھنجي پيءُ جي جاءِ تي بادشاھ ٿيو ۽ ويھ ورھ بادشاھي ڪيائين.

## گودرز بن بيژن.

هو بہ پنهنجي پيءُ جيجاءِ تي بادشاهہ ٿيو ۽ ڏهہ ورهہ بادشاهہ رهيو.

## نرسي بن بيژن.

هو پنهنجي پاءُ جي جاءِ تي ويٺو. هنجي راڄ ۾ رومين ايران تي ڪاهيو. هن پنهن ملوڪ طوائف کان مدد گهري ۽ رومين کي پڇائي ڪڍيائين. هن جي بادشاهي پارهن ورهہ هلي.

## اردوان بن نرسي.

هو وڏو بادشاهہ ٿي گذريو ۽ اشڪانين يا ملوڪ طوائف مان پوئيون بادشاهہ هو. تيهہ ورهہ بادشاهي ڪيائين. اردشير بابڪان ساساني هن سان جنگ ڪئي ۽ انهي ۾ هو مارجي ويو. پوءِ ساسانين جو خاندان شروع ٿيو.

# (۴) ساساني خاندان جا بادشاھ.

## اردشير بن بابڪ (بابڪان).

اردشير بابڪ بن ساسان جو پٽ ھو. اھو ساسان ننڍو ساسان بن بھمن بن اسفنديار جي نسل مان ھو. اشڪاني خاندان جو پوئيون بادشاھ **اردوان** اونھاري ۾ اصفھان منجھ رھندو ھو ۽ سياري ۾ اھواز منجھ. ڪي لکن ٿا تہ ھنجو تختگاھ رَئَ ۾ ھو ۽ فارس جو سارو ملڪ ھن پنھنجي ھڪڙي معتبر امير کي ڏئي ڇڏيو ۽ داراب گرد جي حڪومت ھن پنھنجي خواجہ سراءِ کي ڏئي ڇڏي، جنھنجو نالو **پيري** ھو ۽ آتشخاني جي نظرداريءَ جو عھدو اردشير جي پيءُ بابڪ کي ڏنائين. جڏھن فارس جي حاڪم کي معلوم ٿيو تہ بابڪ جو ننڍو پٽ ڏاڍو ڏاھو ۽ مردانو آھي، تڏھن انھيءَ جي پاڻھون سندس پيءُ کان گھرائي ورتائين ۽ بابڪ اردشير کي ھن ڏي ڏياري موڪليو. ھنجي ڏاھپ ۽ چالاڪي ڏسي فارس جي واليءَ ھنکي داراب گرد جو حاڪم ڪري مقرر ڪيو، ۽ پيريءَ کي

حڪومت جي ڪم ۾ هنکي مدد ڏيڻ لاءِ تاڪيد
ڪيائين. سگهوئي پوءِ پيري به مري ويو ۽ اردشير
خلاصو حاڪم ٿيو. اردشير يا سندس پيءُ پاپڪ هڪڙو
خواب لڌو هو، جنهنجو تعبير نجومين ۽ حڪيمن اهو
ڪيو، ته پاپڪ جو پٽ هفت اقليم جو بادشاهه ٿيندو.
ڪجهه وقت کان پوءِ اردشير پنهنجي پيءُ ڏي خط لکيو
ته اردوان، جو فارس جو نائب هو، تنهنکي وجهه ڏسي
مارائي ڇڏي. پاپڪ پٽ جي اشاري موجب اهو ڪم
پورو ڪيو ۽ پوءِ پنهنجي وڏي پٽ **شاپور** کي انهيءَ جي
جاءِ تي فارس جو حاڪم ڪيائين. هنن جا سڀ
عزيز خويش ۽ ٻيا ماڻهو شاپور کي بادشاهه مڃڻ
لڳا. سگهوئي پاپڪ مري ويو ۽ شاپور پنهنجي ڀاءُ اردشير
کي به گهرايو ته سندس بيعت يعني تابعداري ڪري. پر
هو نه آيو. تنهن تي شاپور ڪاوڙيو ۽ لشڪر گڏ ڪري ڀاءُ
تي ڪاهي ويو. اردشير به لشڪر گڏ ڪري اچي
سامهون ٿيس. ويڙهه ۾ هنن جا عزيز خويش ۽ وڏا امير
ڦري اردشير جي طرف ٿيا ۽ شاپور کي پڪڙي اردشير
جي حوالي ڪيائون. اردشير ڪاهي هنجو گادي ءِ
جو هنڌ اصطخر ورتو. ڪن ڏينهن کان پوءِ هن شاپور
کان ڦرڻ وارن اميرن کي سندن وطن ڏي ڏياري
موڪليو ۽ پاڻ ڪرمان تي ڪاهي ويو، جتي جو

حاڪم **بلاش** هو. انهيسان جنگ ڪري هنکي
ماريائين ۽ پوءِ ٻن جي حاڪم تي ڪاهي انهيکي به
ماريائين. انهي طرح آس پاس وارا ملڪ وٺندو ويو ۽
اتي نوان نوان شهر ٻڌندو ويو. جڏهن هي خبرون ايران
جي بادشاهه اردوان کي پهتيون، تڏهن هن هڪڙو سخت
خط ڏانهنس لکيو. اردشير جواب ۾ لکيس ته ملڪ خدا
جو آهي، سو انهيکي ٿو ڏئي جو ملڪ ٿو آباد ڪري ۽ رعيت
کي سُکيو ٿو رکي. اُميد آهي ته جلد ئي توکي ماري
تنهنجي سسي آتشڪده ڏي موڪليندس. نيٺ
ٻنهي جنگ ڪرڻ جو ٺهراءُ ڪيو ۽ انهي ڪم لاءِ
هرمزان جو ميدان مقرر ڪيائون. اردشير وقت
کان اڳي اچي اهو ميدان والاريو ۽ پاڻي پنهنجي قبضي
۾ رکيائين، ۽ پنهنجي لشڪرگاهه جي چوڌاري کاهي
کٽايائين. سگهوئي پوءِ اردوان به تمام وڏي لشڪر
سان اُتي آيو. ڏاڍي جنگ لڳي، جنهن ۾ اردوان مارجي
ويو. انهي کان پوءِ اردشير کي سيئي ملوڪ طوائف
مڃڻ لڳا ۽ هنکي شاهنشاهه سڏڻ لڳا. انهيکان پوءِ همدان
ورتائين ۽ پوءِ ڪوهستان ۽ ارمنيه ۽ موصل ورتائين ۽
پوءِ دجلي نديءَ جي اُپرندي ڪناري تي هڪڙو شهر
ٻڌائين. پوءِ موٽي اصطخر ۾ اچي سجستان مان جرجان
۽ نيساپور ۽ مرو ۽ بلخ ۽ خوارزم ورتي موٽي فارس ۾

آيو. سيئي بادشاهه هنکي بالادست مڃڻ لڳا ۽ ڏانهنس
تحفا موڪلڻ لڳا، سواءِ بحرين جي بادشاهه جي.
تنهنڪري اردشير اوڏي ڪاهيو. جڏهن هو انهيءَ ويجهو
ويو، تڏهن بحرين جي بادشاهه ڊپ کان پاڻ کي قلعي جي
چوٽيءَ تان هيٺ ڪيرائي وڌو ۽ مري ويو. بحرين
جي فتح ڪري اردشير مدائن ۾ آيو ۽ اتي وڏي دربار
ڪري هن پنهنجي پٽ **شاپور** کي ولي عهد ڪري
حڪومت جي واڳون سندس حوالي ڪيائين. سگهوئي
پوءِ پاڻ مري ويو. هنجي بادشاهي چوڏهن ورهه هلي ۽ انهي
کان اڳي ٻارهن ورهه داراب گرد جو بادشاهه رهيو. اردشير
دنيا جي وڏن بادشاهن مان ليکيل آهي. هن بادشاهه
گهڻيون تصنيفون ڪيون ۽ سندس نصيحت آميز ڪلام
مشهور آهي. پنهنجو احوال هن ڪتاب ڪارنامه ۾ لکيو،
۽ ٻيو آداب العيش لکيائين، جنهن ۾ کائڻ پيئڻ ۽ هلت
چلت ڪرڻ جا قاعدا قانون ۽ ادب لکائين. جيون ته
اردشير ملڪ جو اهڙو چڱو انتظام ۽ بندوبست رکيو هو،
جو دنيا ۾ جيڪي ٻيو ٿيندو هو، تنهنجي خبر کيس پئي
رسندي هئي. ڪابه رعيت بادشاهه کان اهڙو نه
ڊچندي هئي جهڙو اردشير جي ڪانئس ڊچندي
هئي. هنجي عادت هوندي هئي ته جڏهن ڪنهن
پاسي کو ايلچي يا وڪيل موڪليندو هو، تڏهن

انهيءَ کان پوءِ پيو اياچي پڻ رستي کان بہ اوڏي موڪليندو هو. جڏهن پڻ جواب آڻيندا هئا، تڏهن اُهي مقابلي ڪري ڏسندو هو. جي هڪجهڙا هوندا هئا تہ اُنهن تي عمل ڪندو هو، نہ تہ نہ.

## شاپور بن اردشير.

جڏهن شاپور ايران جو بادشاهہ ٿيو، تڏهن پنهنجي ڏاڏي ساسان جي وصيت موجب ملوڪ طوائف يا اشڪانين جي اولاد مان ڪنهن کي بہ جيئري نہ ڇڏڻ جو پڪو اراد و ڪيائين. جيڪو سُجهيس ياهٿ آيس، تنهن کي مارايائين. ڪي انهيءَجو هيءُ سبب ٿا ڏين تہ نجومين چيو هوس تہ توکان پوءِ بادشاهي اشڪ جي اولاد مان ڪنهنکي ملندي، تنهنڪري اشڪ جي اولاد جي مارڻ جي پٺيان پيو. جو ن ٿا تہ هڪڙي ڏينهن پنهنجي سمهڻ واري جاءِ ۾ ڪا ڇوڪري ڏٺائين، جا تمام خوبصورت هئي ۽ گهٽي وٺيس. پڇيائينس تہ تون ڪير آهين؟ هن چيو تہ آءٌ حضور جي حرمسرا جي هڪڙي ٻانهي آهيان. پڇيائينس تہ پرڻيل آهين يا ڪنواري؟ هن چيو تہ ڪنواري آهيان. تڏهن هڪدم هنکي پنهنجي زال ڪيائين ۽ ساڻس ڏاڍي محبت سان گذارڻ لڳو. هڪڙي ڏينهن هن کان معلوم ٿيس تہ هوءَ اشڪاني آهي يعني اشڪ جي اولاد مان آهي. هڪدم سڀ محبت گم ٿي ويس ۽ پنهنجي وزير کي سڏي حڪم ڏنائين تہ

هن زال کي وڃي دفع ڪري ۽ زمين جي پيٽ ۾ جاءِ ڏينس،
وزير حڪم موجب هنکي مارائي پورائي ڇڏڻ لاءِ وٺي
ويو. هن ڇوڪريءَ پڌايس ته آءٌ بادشاھ مان پيٽ سان
آهيان. وزير دائي گهرائي جانچ ڪرائي، جنهن پڻ
اهڙي خاطري ڏنيس. تڏهن وزير زمين جي تهه خاني
۾ اُنهي ڇوڪريءَ کي اڪائي ڪٺي رکيو. ۽ ساڳئي
وقت پنهنجو مخصوص عضوو ٻه وڍي هڪڙي دٻليءَ ۾
وجهي بند ڪري رکي ڇڏيائين. پوءِ بادشاھ کي اچي
پڌايائين ته حڪم موجب هنکي زمين ۾ پُوري آيو آهيان، ۽
هن دٻليءَ ۾ هڪڙي امانت آهي، جا حضور پنهنجي هٿ سان
مُهر ڪري خزاني ۾ رکائي ڇڏي. بادشاھ وزير جي
چوڻ موجب ائين ڪيو ۽ وزير خاطر جمع ڪري
ويهي رهيو. ڪن ڏينهن کان پوءِ انهي ڇوڪريءَ
پٽ ڄڻيو. وزير هن تي پيءُ جي اجازت کان سواءِ نالو
رکڻ نه گهريو، تنهنڪري **شاپور** سڏيائينس يعني
شاھ جو پٽ يا شاهزادو، ۽ پوءِ پيو وجهه ڳوليندو هو ته بادشاه
کي انهي جو اطلاع ڏئي. هڪڙي ڏينهن هن بادشاھ کي
تمام غمگين ۽ فڪرمند ڏٺو. سبب پڇيائينس. بادشاھ
چيو ته آءٌ ويو آهيان ملڪ وٺندو ۽ بادشاهي پکيڙيندو و ؛
پر افسوس ته مونکي ڪو ٻه اولاد ڪونهي، جو انهي جو
وارث ٿئي. تڏهن وزير وجهه ڏسي پانهنجي واري ڳالهه

پڌايس. سا گهڻي وقت ۾ خزاني وارتي ڏيڍي گهرائي ڏسڻ لاءِ
ٻه عرض ڪيائينس. بادشاھ اھا گهرائي مُهر لڳل ڏٺي ۽
مُهر کولي انهي ۾ انساني مخصوص عضوو ڏسي حيران ٿيو.
وزير عرض ڪيو ته اهو انهي لاءِ ڪيو هوم ته متان شاهزادي
جي نسبت ۾ ڪو شڪ شبهو پيدا ٿئي. بادشاھ ڏاڍو
خوش ٿيو ۽ نجومين ٻه هنجي طالع جي خبر ڏنيس
ته هي پيشدادي ۽ ڪياني بادشاهت جو وارث
ٿيڻو آهي. بادشاھ کي شاهزادو گهڻو وڻيو،
جو هاڻي وڏيرڙو ٿيو هو. اجا به آزمائش جي
لاءِ بادشاھ حڪم ڏنو ته هن جيڏا گهڻا ڇوڪرا گڏ
ڪري وٺي اچو ته هتي ٻيهي منهنجي اڳيان گوءِ ۽
چوگان جي راند ڪن، جيئن هاڻي گلي ڏڪريا
کينهوڙي يا ڪرڪيٽ راند ڪندا آهن. هڪدم
بند و بست ڪيو ويو. راند ڪندي گوءِ وڃي محلات
جي اندر پئي. ڇوڪرن مان ڪو به ڊپ يا ادب
کان انهيءَ کڻڻ لاءِ ڪو نه ويو. شاپور ڊپ کان سواءِ
ڪاهي اندر ويو ۽ وڃي گوءِ کڻي آيو. بادشاھ کي پڪ
ٿي ته هي منهنجو پٽ آهي. پوءِ زياده پيار ڏيڻ لڳس
۽ مناسب تعليم ڏنائينس. آخر تمام هشيار ٿيو ۽ ولي عهد
مقرر ٿيو ۽ ڏاڍي تعريف ڪيائينس. جڏهن پيءُ
کان پوءِ تخت تي ويٺو، تڏهن عدل ۽ انصاف سان بادشاهي

ڪرڻ لڳو ۽ تمام گهڻو لشڪر گڏ ڪري آس پاس جنگيون ڪرڻ لڳو. انهي فتحن مان مشهور خضر جو شهر ۽ قلعو آهي، جو تڪريت جي ويجهو دجلي ۽ فرات ندين جي وچ تي هو. انهيءَجو حاڪم هڪڙو عرب ضيرن نالي هو، جنهن عربستان سارو هٿ ڪيو هو. شاپور خراسان مان ٿي هن ڏي منهن رکيو ۽ وڃي خضر جي ڪوٽ کي گهيرو ڪيائين، جو ٻه ورهه هليو، ته به بادشاه اُهو وٺي نه سگهيو. هڪڙي ڏينهن اهڙو اتفاق ٿيو، جو انهي عرب بادشاهه ضيرن جي ڌيءُ، جا نهايت خوبصورت هئي ۽ جنهنجو نالو نظيره هو، تنهن ڪوٽ جي چوٽيءَ تان هيٺ بادشاهه شاپور کي ڏسي ورتو. شاپور به خوبصورت جوان هو. انهي تي هوءَ موهجي وئي ۽ انهي ڏي پيغام ڏياري موڪليائين ته جي مونسان شادي ڪرڻ جو انجام ڪرين ته آءٌ توکي قلعي فتح ڪرڻ جو رستو ٻڌايان. شاپور خوش ٿي اها ڳالهه مڃي ۽ اهڙو انجام ڪيائين. تنهن تي نظيره جوائي موڪليس ته هڪڙو ڪبوتر وٺي انهي جي پيرن ۾ هڪڙو ڪاغذ ڪنهن ڪنواري ڇوڪريءَ جي رت سان لکي ٻڌي انهيکي اُڏائي ڇڏيو ته اهو پاڻهئي اچي ڪوٽ جي ڀت تي وهندو. ائين ڪيائين ۽ ڪبوتر اچي ڀت تي ويٺو ته هڪدم ڀت ڪري پيو ۽ قلعو فتح ٿيو. شاپور ضيرن کي

گرفتار ڪري مارائي ڇڏيو ۽ نظيره کي پنهنجي حرمسرا ۾ داخل ڪيائين. نقل ٿا ڪن تہ نظيره اهڙي نازڪبدن ۽ نازسان پاليل شاهزادي هئي، جو هڪڙي رات بي آرام گذاريائين ۽ ننڊ نہ آيس. صبح جو سندس هنڌ مان هڪڙو گل جو پن لڌائون، جنهن ڪري هوءَ بي آرام ٿي پئي هئي. هيءَ ڳالهہ ٻڌي شاپور حيران ٿي ويو. هن کان پڇيائين تہ پيءُ جي گهر ۾ تون ڇا کائيندي هئينءَ، جو ههڙي نازڪ طبع ٿي آهين؟ هن چيو تہ ڇيلي جو ميڄالو مصريءَ سان کائيندي هيس. شاپور چيس تہ جڏهن پيءُ توکي ههڙي لاڏ سان ۽ ناز نعمت سان پاليو، تنهن کي جي تو منهنجي هٿان فتح ڪرائي مارايو، تہ تڏهن تون مونسان ڪهڙي وفا ڪندينءَ ۽ مونکي تومان ڪهڙو خير پهچندو؟ حڪم ڪيائين تہ هن جا ڊگها وار ڇوڙي گهوڙي جي پونين ٽنگن ۾ ٻڌن ۽ گهوڙي کي هڪلي ڇڏين. انهي طرح هوءَ گهلجي گهلجي مري وئي. حضر جي ڪوٽ جي فتح کان پوءِ شاپور نصيبين کي اچي گهيرو ڪيو ۽ ڏاڍي مشڪلات سان اهو ورتائين ۽ پوءِ روم ولايت جا ڪي شهر وجي ورتائين. گهڻن هنڌن تي وڏا وڏا شهر ٻڌائين. پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ مشهور **ماني نقاش** پيدا ٿيو، جو پنهنجو زنديقي مذهب پکيڙڻ لڳو ۽ پاڻ کي نبي چوائيائين.

شاپور پاڻ ٻه انهيءَجي ملاقات ڪري انهيءَجي مذهب تي آيو، پر پوءِ سگهوئي انهيءَجي برخلاف ٿيو ۽ ماني پڇي هليو ويو. شاپور جي بادشاهي ايڪٽيهه ورهه هلي. هو ايتري حد سخي هو، جو وزير ۽ امير انهيءَکي اسراف سمجهندا هئا ۽ ڪيس انهي بابت چيائون ٻه پر هن چيو ته سخيءَ جي اڳيان سون ريو ۽ پهڻ هڪجهڙا آهن.

## هرمز بن شاپور.

هرمز ٻه تمام ڏاهو ۽ بهادر ۽ نيڪ صورت ۽ سيرت وارو بادشاهه هو. لکيل آهي ته جڏهن اردشير بابڪان فارس جي بادشاهه مهرڪ کي ماريو ۽ پوءِ انهي جي نسل کي قطع ڪرڻ جي پٺيان پيو، تڏهن نجوميءَن ٻڌايس ته مهرڪ جي نسل مان هڪڙو اهڙو ماڻهو پيدا ٿيڻو آهي، جو ساري ايران جو بادشاهه ٿيندو. مهرڪ جي عزيزن خويشن جي مارجڻ جو پڌ تي مهرڪ جي ڌيءُ ٻ پڪان محلات جڏ تي جهنگ ڏي ڀڄي ۽ وڃي هڪڙي ڌڻار جي گهر ۾ لڪي ۽ اتي گذارڻ لڳي. هڪڙي ڏينهن شاهزادو شاپور شڪار ڪندي انهي جهنگ ۾ آيو ۽ ٿڪجي انهي ڌڻار جي ڀڳيءَ ۾ پاڻي پيڻ لاءِ آيو. مهرڪ جي ڌيءُ هڪي پاڻي پيري. ڏنو شاپور ڇوڪريءَ جي شڪل ڏسي حيران ٿي ويو. ڌڻار کان پڇيا ٿين ته هيءَ ڇوڪري ڪنهنجي ڌيءُ آهي؟ هن چيو ته

منهنجي آهي. شاپور هن تي اهڙو موهجي ويو، جو
ڏاڍار کان اها پاڻهن گهر ڀائين. آخر هنکي راضي ڪري
اها ورتائين ۽ کيس پنهنجي راڻي ڪري آڻي محلات
۾ رکيائين. رات جو جڏ ڪريءَ شاپور کي پنهنجي
ويجهو اچڻ نه ٿي ڏنو. سوءِ زوروري هئي، شاهزادي
کي روڪي ڇڏيائين. شاپور سبب پڇيس. هن چيو
ته آءٌ مهرڪ جي ڌيءَ آهيان ۽ مٿان تنهنجي پيءُ بادشاهه
اردشير کي خبر پوي ۽ هو مونکي مارائي ڇڏي. شاپور
انجام ڪيو ته آءٌ اها ڳالهه ظاهر نه ڪندس. تنهنکان پوءِ
هو خوش گذارڻ لڳا. نيٺ انهيءَ کي هرمز ڄائو، جنهنجي
جمڻ جي ڳالهه به ڪيترا ڏينهن اردشير کان ڳجهي لڪايائون.
هڪڙي ڏينهن بادشاهه اتفاق سان شاپور جي گهر ۾
گهڙي آيو ۽ هرمز کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. شاپور کان
پڇيائين ته هي ڪير آهي؟ هن پڌرايس ته هي منهنجو
پٽ آهي ۽ شڪار ڪندي جهنگ مان هڪڙي جوڙي
هٿ ڪيم، تنهنمان آهي. بادشاهه هن کي ڏاڍو پيار ڪيو
۽ چوڻ لڳو ته شڪر خدا، جو ته نجومين جون ڳالهيون
ڪوڙيون ٿيون ۽ مونکي پٽ ۽ پوٽو پنهنجي نسل مان موجود آهي.
جڏهن شاپور پڻ کان پوءِ بادشاهه ٿيو، تڏهن پنهنجي
پٽ هرمز کي خراسان ڏي ڏياري موڪليائين، جتي هن
اتي جي ماڻهن کي گهڻو راضي ڪيو. انهي هوندي به

سندس ڪن حاسدن بادشاهه وٽ سندس شڪايت ڪئي ته هو فساد ۽ منصوبي ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آهي. جڏهن هرمز کي اها خبر پئي، تڏهن پنهنجو هٿ ڪٽرو ڪٽي ڍائي پئي ڏي ڏياري موڪلايائين ته هن مان اوهان کي خاطري ٿيندي ته منهنجي نيت صاف آهي ۽ مونکي بادشاهيءَ جي ڪا به طمع ڪانهي؛ ڇالاءِ جو انهيءَ زماني جي رواج موجب اهڙي عيب واري کي بادشاهه نه ڪندا هئا. هرمز جو پيغام پڙهي شاپور کي ڏاڍو ارمان ٿيو ۽ شاهزادي ڏي لکيائين ته جيڪڏهن تون پاڻ کي پرزا پرزا ڪندين ته به منهنجو ولي عهد ۽ وارث تون آهين. پوءِ پاڻ وٽ آڻائي گهڻيون نوازشون ڪيائينس ۽ مرڻ تي هن کي پنهنجو جانشين ڪيائين؛ پر هرمز جي بادشاهي ٿورو وقت ۽ ڏهه ڏينهن هلي ۽ پوءِ هو مري ويو. هرمز جو شهر سندس بنا ٿيل هو.

## بهرام بن هرمز.

هو تمام حليم طبع ۽ مهربان بادشاهه هو. رعيت جي سک ۽ آسائش لاءِ هر ڪا ڪوشش ڪيائين. ماني نقاش، جو شاپور جي ڏينهن ۾ پاڻجي عقيدن سبب ترڪستان ڏي ويو هو، سو هرمز جي راڄ ۾ موٽي ايران ۾ آيو ۽ هرمز انهيءَ کي مارائي ڇڏيو. مانيءَ جي نسبت ۾ لکيل آهي ته هن پاڻ کي فارقليطا سڏايو، جنهن بابت حضرت عيسيٰ

چيو ھو تہ مونکان پوءِ ايندو. ھن پاڻ کي نبي سڏايو ۽ ھڪڙو ڪتاب انجيل ظاھر ڪيائين ۽ چيائين تہ ھون تي آسمان مان لٿو آھي. ھو نقاش بہ ھو ۽ صورتگر بہ ھو. اھڙو قابل ھو، جو پنھنجن گرن جو دائرو ھٿ سان ڪڍندو ھو ۽ پرڪار ۽ پيمانيءَ سان ماپ ڪندا ھئا تہ بالڪل پورو ھوندو ھو. ھن جو ڪتاب ارژنگ مشھور آھي، جنھن ۾ عجيب غريب نقش نڪتل ھئا. اھو ڏسي ماڻھو حيران ٿي ويندا ھئا. ماني پنھنجن مريدن کي چوندو ھو تہ آءٌ آسمان ڏي ٿو وڃان ۽ ھڪ سال کان پوءِ فلاڻي ھنڌ مونکي اچي ڏسجو. پوءِ جبل جي ڪنھن غار ۾ وڃي لڪي ويھي نقش ڪيدي ڪتاب ڪڍي ايندو ھو ۽ چوندو ھو تہ آسمان مان ھي آندو اٿم. اھو سندس معجزو شمار ڪيل ھو. بھرام بادشاہ جي حڪم سان ايران جي علمائن مانيءَ سان مذھبي بحث ڪيو. آخر ھو ڪوڙو ثابت ٿيو، تنھنڪري بھرام حڪم ڏنو تہ ھنجي جيئري ئي کل لاھين، جا شھر جي در تي لڙڪائي ڇڏيائين تہ ماڻھو انھيءَ مان عبرت وٺن. بھرام جي بادشاھي تي ورھ ھلي. ھو ماڻھن ۽ حيوانن جي طب چڱي ڄاڻندو ھو ۽ انھنجا چڱا علاج ڪندو ھو.

## بھرام بن بھرام.

ھنجي پنھنجي پٽ سان ايتري محبت ھئي، جو

انهيءَ کي هن پنهنجو نالو ڏنو ۽ پنهنجو ولي عهد مقرر ڪيائينس. شروعات ۾ هو البت ظالم هوندو هو، تنهنڪري امير وزير توڙي عام ماڻهو منجهانس ناراض ٿيا ۽ انهيءَ کي برطرف ڪرڻ جو ارادو ڪيائون. موبدن جي صلاح سان سڀني اهو ٺهراءُ ڪيو ته گڏجي سندس خدمت ڇڏي ڏين. پوءِ ائين ئي ڪيائون. دربان، فراش، خانساما ۽ پيا سڀ ڪيس ڇڏي وڃي ڪٿي لڪا. صبح جو اٿي جنهن کي سڏي، سو نه لڀي. ڏاڍو تنگ ٿيو. آخر هڪڙو موبد وٽس آيو ۽ سلام ڪيائينس ۽ ساري حقيقت ٻڌايائينس ۽ نصيحت ڪيائينس ته ظلم ڇڏي عدل انصاف جو رستو وٺي، نه ته ماڻهو کانئس بيزار ٿي خبر ناهي ته ڇا ڪندا. تنهن تي هن اکر پٽي ۽ اڳتي پنهنجن وڏن جي رستي تي هلڻ جو انجام ڪيائين. انهي کان پوءِ مرڻ تائين چڱي بادشاهي ڪيائين. هن سترهن يا ارڙهن ورهه بادشاهي ڪئي. هن کي ٻه پٽ هئا: هڪڙو **نرسي** ۽ ٻيو **بهرام**.

## بهرام بن بهرام بن بهرام.

هن **بهرام** کي مثلث سڏيندا آهن يعني ٽيٽو يا ٽي دفعا بهرام. هو پيءُ جي حياتيءَ ۾ سيستان جو والي هو. هن تمام چڱي بادشاهي ڪئي، جا نو ورهه هلي. ڪي لکن ٿا ته چار ورهه بادشاهي ڪيائين.

## نرسي بن بھرام.

بھرام جي مرڻ تي سندس ڀاءُ نرسي تخت تي ويٺو. شروع کان وٺي ھن ارادو ڪيو تہ خدا کان ڊڄي خلق جي سک ۽ آسائش لاءِ عدل ۽ انصاف سان حڪومت ڪري؛ ۽ ائين ئي ڪيائين، اگرچہ راند ۽ تماشي جو بہ شوق ھوندو ھوس. ھو لائق ڪامورن جي سنڀال ڪندو ھو ۽ جيڪي ڀٽس جي ڏينھن ۾ ظلم جي ڪمن ۾ شامل ھئا، تنکي موقوف ڪري ڇڏيائين. ھن پنھنجي جيئري بادشاھي ڇت پنھنجي پٽ ھرمز جي مٿي تي رکيو ۽ پاڻ گوشہ نشين تي خدا جي عبادت ۾ مشغول رھيو. ھنجي بادشاھي نو ورھہ ھلي. ھو گھڻو شڪار ڪندو ۽ شڪار ڦاسائيندو ھو.

## ھرمز بن نرسي.

ھو پھرين بد طبيعت ۽ شوخ مزاج ھوندو ھو. جڏھن بادشاھ ٿيو، تڏھن اھي عادتون ڇڏي ڏنائين ۽ ائين ڪرڻ جي ماڻھن کي خاطري ڏنائين ۽ انجام ڪيائين، جنھن ڪري رعيت منجھانس نھايت راضي ٿي. ھو ڏاڍو ساخي بہ ھو. ھن ڪابل جي بادشاھ جي ڌيءُ سان شادي ڪئي ۽ ھن ادا شاھزادي ھرمز ڏي ڏياري موڪلي. بادشاھ ھنکي حرم سراءِ ۾ نئي ھنسان خلوت ڪرڻ گھري، پر ھن اصل ھت لائڻ نہ ڏنس. تنھنڪري بادشاھ ھٿس

ڪاوڙيو. بادشاهہ پنھنجي وزير کان پڇائي موڪليو تہ جيڪو ماڻھو بادشاهہ جو حڪم نہ مڃي تنھنکي ڇا ڪجي. وزير ڪيڏي پاهہ ويل هو. سندس پٽ حاضر هو. تنھن جواب ڏنو تہ اهڙو ماڻھو قتل ٿيڻ جو لائق آهي. قاصد اهو جواب آڻي بادشاهہ کي ڏنو. جڏهن وري بہ انھي شاهزاديءَ بادشاهہ جو حڪم نہ مڃيو، تڏهين بادشاهہ هنکي مارائي ڇڏيو. پر سگھوئي پوءِ پشيمان ٿيو. وري کنھن ڏينھن وزير کان روبرو ساڳيو سوال پڇيائين. وزير چيو تہ جيڪو ماڻھو بادشاهہ جو حڪم نہ مڃي، سو قتل ٿيڻ جو لائق آهي سواءِ زال ۽ ننڍي ٻار ۽ ديواني جي. وري بادشاهہ پڇيس تہ جيڪو ماڻھو کنھن بيگناهہ جو خون ڪرائي ۽ مباح ڄاڻي، تنھنکي ڇا ڪجي؟ وزير چيو تہ انھيکي ڦاسيءَ چاڙهجي. تنھن تي بادشاهہ حڪم ڏنو تہ وزير جي پٽ کي ڦاسي ڏين. هن جي بادشاهي ست ورهہ ۽ پنج مهينا هلي.

## شاپور ذُوالاَڪتاف.

جڏهن هرمز مري ويو، تڏهن هن پٽ ڪونہ ڇڏيو، جو ملڪ ۽ تخت جو وارث ٿئي. تنھنڪري ايراني ماڻھو غمگين ٿيا تہ ملڪ ڌارين جي حوالي ٿيندو. پوءِ بہ نا اُميد نہ ٿي فوتي بادشاهہ جي حرمخاني مان پڇا ڪرايائون تہ ڪنھن راڻيءَ کي پيٽ بہ آهي يا نہ.

شاپور جي ماءُ ظاهر ڪيو تہ ٻار پيٽ ۾ آهي. تنهنڪري امير صلاح ڪري بادشاهي چٽ انهيءَ راڻيءَ جي پيٽ تي ڪٽي رکيو. ڪنهن چيو تہ هرمز کي خبر هئي تہ سندس اها راڻي پيٽ سان آهي ۽ نجومين خبر ڏني هيس تہ پٽ ڄمندو، جو وڏو بادشاه ٿيندو ۽ نالو ڪيو ندو، تنهنڪري مرڻ مهل هن سڀني امير کي وصيت ڪئي تہ انهيءَ بادشاه جي ۽ سندس تابعدار ٿين. جڏهن شاپور ڄائو، تڏهن اهو بادشاه ڪيو ويو. سڀئي امير وزير پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ مشغول رهيا ڇو تہ بادشاه تخت تي ويٺو آهي. جڏهن آس پاس جي ملڪن ۾ اها افواه عام ٿي تہ ايران جو بادشاه معصوم ٻار آهي ۽ بادشاهي وزير ۽ امير پيا هلائين، تڏهن عرب ۽ روم ۽ ترڪ جي بادشاهن کي ايران جي طمع ٿي ۽ لشڪر وٺي سرحد تي اچي گڏ ٿيا. سڀني کان وڌيڪ عربن جو عبدالقيس قبيلو فساد مچائي ڦرمار ڪرڻ لڳو. شاهزادو شاپور جڏهن پنهنجن ورهن جو هو، تڏهن هڪڙي ڏينهن ماڻهن جو گوڙ ۽ هُل پڌي جاڳيو ۽ پڇيائين تہ ڇا آهي؟ ٻڌايائونس تہ پل تان ماڻهو اچن وڃن ٿا ۽ جاءِ سوڙهي آهي، تنهنڪري هُل ۽ هنگامو ٿو ٿئي. شاهزادي چيو تہ ٻيو بہ پل ٺا ٺڏائين تہ هڪڙيءَ سان ماڻهو اچن ۽ ٻيءَ سان وڃن. انهي رٿ مان امير کي معلوم ٿيڻ لڳو تہ شاهزادو

ڏاڍو عقل ۽ هوش وارو ٿيندو. ستن ورهن جي عمر ۾ سواري
۽ چوگان بازي ۽ شڪار ڪرڻ لڳو. اٺن ورهن جي
عمر ۾ بادشاهيءَ جو ڪم هلائڻ لڳو ۽ سورهن ورهن جي
عمر ۾ چار هزار بهادر ماڻهو گڏ ڪري دشمن سان وڙهڻ
جهڙو ٿيو. جيڪي عرب ايران جي حد ۾ ڪاهي آيا
هئا، تن سان وڙهيو ۽ انهن کي شڪست ڏئي ماري
ڀڄائي ڪڍيائين. پوءِ ٻيڙين جو لشڪر تيار ڪري
بحرين تي ڪاهي ويو ۽ عبدالقيس ۽ بني تميم ۽ بڪر
بن وائل ۽ ٻين قبيلن کي تنگ ڪري گهڻن کي قيد
ڪيائين ۽ انهن جي ڪلهن ۾ سوراخ ڪيارائي ۽ رسا
وجهرائي گهلائيائين. انهي ڪري هن کي ذُوالاڪتاف
جو لقب مليو يعني ڪلهن وارو شاپور. لکيل آهي ته
جڏهن بني تميم ڀڄڻ لڳا، تڏهن منجهن هڪڙو پير مرد
عمرو بن تميم نالي سردار ٽن سون ورهن جي عمر جو هو،
تنهنکي پاڻ سان نيڻ جي ڪوشش ڪيائون. هن چيو ته
مونکي ڇڏي ڏيو ته آءٌ ساري قبيلي کي بچايان. هو
ڇڏي ويس. ايراني جڏهن اتي آيا، تڏهن عمرو، کان
سواءِ ٻيو ڪو به ماڻهو نه ڏٺائون. انهيءَ وقت شاپور
وٽ ويا. هن شاپور کي چڱي نصيحت ڪئي ۽ صلاح
ڏنائينس ته دشمن سان به چڱي هلت ڪريو ته اهي
دشمني وساري ڇڏين. بادشاه کي هن جي نصيحت

گھڻي وڙھيءَ ۽ ھن جي ڪُھن ساليءَ ڏسي ساري قبيلي کي
اڳتي لاءِ معافي ڏنائين. جون ٽا ته عمرو انھيءَ کان پوءِ
به اسي ورھه جيئرو ھو.

عرب جو پاسو فتح ڪري، شاپور روم ڏي منھن
رکيو. جاسوسن جي پوشاڪ ڪري پاڻ قيصر جي
تختگاھه ۾ آيو يعني قسطنطنيه ۾ ۽ لشڪر کي حڪم
ڏنائين ته فلاڻي ھنڌ اچي ترسجو. شھر ۾ گھمندي
ڪن ماڻھن ھن کي سڃاڻي ورتو، جو ھن جي تصوير
محلات ۾ رکيل ھئي. ھن کي وٺي روم جي قيصر
وٽ آيا. قيصر ھن کان پڇيو ته ھن چيو ته آءٌ شاپور جي
مُقربن مان آھيان. مونکان ڪو قصور ٿي پيو، تنھنڪري ڀڄي
ھيڏي آيو آھيان. قيصر کي شڪ پيو ته ڪوڙ آھي، تنھنڪري
قتل ڪرائڻ جو دڙڪو ڏنائينس. ھن سچي ڪري
وڌي ۽ قيصر ھن کي ڍڳي جي کل ۾ بند ڪري ھڪ
ورھه تائين ھڪڙي قلعي ۾ ڪٽي بند ڪيو. جڏھن
قيصر جو لشڪر فارس ۽ عراق جي پاسي ويو، تڏھن ھن کي
بوجا مٿي تي رکائي پيادو ڊوڙائيندو ھليو. قيصر ايران ۾
گھڻي خرابي ڪئي. خورستان ۾، جتي شاپور ۽ ٻيا ڪي ايران
جا سردار قيد ھئا، اتي قيصر ۽ ٻيا سردار عيد جي ڏينھن تماشي ۾
مشغول ھئا. ته شاپور وجھه وٺي ڪن ايراني قيدين سان
ڏڪري پيو. ٻھريائين قيدين تيل سان شاپور تي چڙھيل کل

کي نرم ڪري ڇاڙيو. شاپور هٿيار ڪٺي پنهنجن بهادرن سميت قلعو ورتو ۽ قيصر تي ڪاهي انهي کي قيد ڪيائين. ۽ جيڪا خرابي ايران ۾ ڪئي هئائون، سا درست ڪيائون. پوءِ قيصر کي رخصت ڏئي روانو ڪيائين. ڪي لکن ٿا ته شاپور جي حڪم موجب قيصر جا پير وڍي انهي جي نڪ ۾ سوراخ ڪري مهار وجهي گڏه تي چاڙهي روم ڏي موڪليائينس. تاريخ معجم وارو لکي ٿو ته قيصر جي روم ۾ موٽڻ اچڻ کان پوءِ قسطنطنيه جي هڪڙي پادريءَ فساد ڪيو ۽ قيصر جو ملڪ هٿ ڪري فارس تي ڪاهي آيو. هڪ لک ويه هزار لشڪر ساڻس هو. شاپور ڏٺو ته هن جو لشڪر تمام وڏو آهي ۽ پاڻ هن سان پڄي نه سگهندو، تنهنڪري نٿائي ملڪ جي ڪنهن پٽي پاسي نڪري ويو. انهيءَ وچ ۾ ملڪ جي آس پاس وارن بادشاهن کان مدد وٺي لشڪر گڏ ڪري دشمن تي ڪاهي ويو ۽ اهڙي جنگ ڪيائين، جو تاريخن ۾ اڄ تائين ياد آهي. مگر هن جو بخت برگشتو هو ۽ شڪست کائي پڄي ويو ۽ ڪو وقت پيادو گهمندو وتيو. آخر ورڻي ماڻهو سندس چوڌاري گڏ ٿيا ۽ جيڪو خزانو يورپ موس، سو ڪڍي انهن تي خرچ ڪيائين ۽ نئين سر وڏو ڪٽڪ تيار ڪيائين. پوءِ قيصر ڏي خط لکيائين ۽ وڪيل ٻه

موڪليائين ۽ اهو پيغام ڏياري موڪليائينس تہ مونوٽ
تمام گهڻو لشڪر آهي؛ هيستائين جيڪو نقصان تو مونکي
۽ منهنجي ملڪ کي رسايو آهي، تنهنجو عيوضو پري ڏين
۽ نصيبين جو پرڳڻو، جو اڳي عراق جو هو ۽ هاڻي تو
هٿ ڪيو آهي، سو موٽائي ڏين تہ واهہ، نہ تہ جنگ جي
لاءِ تيار ٿي. قيصر ڊڄي ويو. جيڪي شرط هن آڇيا، سي
قبول ڪيائين ۽ صلح جو عهد نامو سندن وچہ قائم ٿيو
۽ نصيبين جي ولايت موٽي ملي، جا شاپور پنهنجن
ماڻهن سان آباد ڪرائي ۽ رومهان تمام گهڻا عمدا گهوڙا
۽ غلام ۽ هٿيار ۽ پوشاڪون ۽ پيا تحفا هنکي مليا، جي
سڀ ساڻ کڻي شاپور عراق ڏي موٽيو. مدائن جو شهر
هڪڙي سال اندر پڌائين ۽ انهيکي گادي جو هنڌ ٺهرايائين.
انهي طرح شاپور پاهتر ورهہ بادشاهي ڪئي ۽ پوءِ پنهنجي
جاءِ تي پنهنجي پٽ کي وهاريائين، جنهنجو نالو پڻ
شاپور هو.

## شاپور بن شاپور.

هي شاپور صغير هو، تنهنڪري وڏي شاپور جو پاءُ
اردشير بن هرمز هنجي بجاءِ چار ورهہ حڪومت ڪئي.
پوءِ شاپور بادشاهہ ٿيو. پر تاريخ طبري ۾ هي طرح آهي.
انهي موجب شاپور ذوالاڪتاف کي ٻہ پٽ هئا: هڪڙو

بهرام ۽ پيو شاپور. ۽ پڻ ٻه هوس، جنهنجو ڏاڏو اردشير هو ۽
جو ڪانس وڏو هو. هرمز انهنجو پيءُ اردشير کي پاڻ
کان پوءِ رکندو هو. مرڻ مهل وصيت ڪيائين ته جيڪو
پٽ مونکي هنڌان پوءِ ڄمي، تنهنکي منهنجي جاءِ تي ويهارجو.
هرمز جي مرڻ تي اردشير کي اميد هئي ته اميرَ ۽ وزير
کيس تخت تي ويهاريندا، پر هنن بادشاهه جي وصيت
تي هلڻجو ارادو ڪيو، ۽ جڏهن شاپور ڄائو، تڏهن انهيکي
بادشاهه ڪيائون. جڏهن هاڻ شاپور مري ويو، تڏهن
اردشير زور زبردستيءَ سان ملڪ ورتو ۽ اڳوڻو وير
رکي فارس جي ڪن اميرن کي مارائي ڇڏيائين. تنهن
ڪري باقي پين پڌي ڪري هن کي لاهي شاپور بن
شاپور کي تخت تي ويهاريو. هي شاپور چڱو عادل
بادشاهه هو ۽ رعيت تي احسان ڪندڙ هو. سندس چاچو
پڻ پوءِ پشيمان ٿي اچي ساڻس پرتو. هن پنج سال ۽ پنج
مهينا بادشاهي ڪئي. هن جي مرڻ جو سبب اهو هو،
جو هڪڙي رات تنبوءَ ۾ سُتو پيو هو ته سخت واءُ اچي
لڳي. طنابون ڇڄي پيون ۽ سُرخ ڪِري پيا ۽ هو
اُتي دٻجي مري ويو. ڪن جو چوڻ آهي ته لشڪر جي
سردارن هٿ سان تنبوءَ جون طنابون وڍي تنبو
مٿس ڪيرايو.

## بھرام بن شاپور.

ھِن جي بادشاھيءَ وقت بھرام ڪرمان، جو بادشاھ ھو، جنھنڪري ڪرمانشاھ سڏبو ھئس. تمام چڱي طبيعت وارو ماڻھو ھو. يارھن ورھن جي بادشاھيءَ کان پوءِ لشڪر مٿس ھجوم ڪيو ۽ گوڙ ۾ تير لڳس ۽ مري ويو. ڪي چون ٿا تہ سندس عزيزن مان ھڪڙي ويرَ کان ھنکي بيگناھ ماري ڇڏيو.

## يزدجرد اٿيم.

ھِن بادشاھ کي اٿيم جو لقب ھو، جنھن جي معنيٰ گنھگار. اھو ھن ڪري جو ھن گھڻا ظلم ۽ ناحق ڪيا ۽ بدڪاري ۽ فتنو ۽ فساد گھڻو پسند ھوس، جنھنڪري ماڻھو منجھانئس رنج ھوندا ھئا ۽ ڪيس پيا پِٽيندا ھئا. نيٺ ھڪڙي ڏينھن ڪرمان جي پاسي شڪار پٺي ڪيائين تہ ھڪڙو وڏو وشونھ گھوڙو، جو ڇڙي پيو ھو، سو شڪارگاھ ۾ ڪاھي پيو. ماڻھن کي وٽِ نہ ڏنائين. يزدجرد پاڻ ھن کي وٽڻ جي ڪوشش ڪئي. پين طرفن کان ماڻھو ڦري آيس، نيٺ ورتائونس ۽ لغام ۽ زين وجھڻ لاءِ مٿا ھڻيائون، پر ھن ڪنھن کي ويجھو اچڻ نٿي ڏنو. يزدجرد اچي ھن جا پُٺا ٺپري آرام سان پھرين لغام ڏنائينس ۽ پوءِ زين وڌائينس. پوءِ پير رڪاب ۾ وجھي چڙھيس ٿي تہ گھوڙي اوچتو ٽَرا ڪنيا ۽ يزدجرد جي

اُرهہ ۾ اهڙي زور سان هڻيائين، جو هو اتي جو اتي ڪري
مري پيو ۽ گهوڙو ڀڄي ويو. هن پنهنجي حياتيءَ ۾ پنهنجي
پٽ بهرام کي وليعهد ڪري ڇڏيو هو ۽ نعمان بن امرءِ
القيس ۽ ڪن ٻين اميرن کي پارت ڪري ڇڏي هئائين.
يزد جرد جي بادشاهي پاويهہ ورهہ ۽ پنج مهينا هلي.
ڪن جو چوڻ آهي تہ يزد جرد بهرام بن شاپور جو
پٽ آهي ۽ ڪنهنجو تہ سندس ڀاءُ آهي.

## بهرام بن يزد جرد (بهرام گور).

تاريخن ۾ لکيل آهي تہ يزد جرد اثيم کي جيڪو پٽ
ٿي ڄائو، سو ننڍي هوندي مريو ٿي ويو. تنهنڪري جڏهن
بهرام ڄائو ورهن تائين جيئرو رهيو، تڏهن هن کي سندس
ٻچڻ جي اُميد رهي. نجومين بہ هن جو طالع ڏسي
چيو تہ هي گهڻو وقت عرب ۾ گذاريندو ۽ گهڻي
بهادري ۽ همت ڏيکاريندو. تڏهن يزد جرد نعمان بن
امرءِ القيس کي عرب جي پاسي کان گهرائي ورتو، جو انهي
پاسي سندس نائب ۽ حاڪم هو ۽ ٻار کي انهي جي حوالي
ڪيائين ۽ ٻيا بہ ڪي امير انهيءَ جا ملازم ڪري ڇڏيائين.
نعمان هنکي پالسان وٺي ويو ۽ استاد مقرر ڪري ڏنائينس.
رُوم جي پاسي کان هڪڙو هشيار مهندس پـا انجنير
سنمار نالي گهرائي ورتائين. انهيءَ جي نظر هيٺ هن بہ
عجيب محلاتون جوڙايائون. هڪڙيءَ جو نالو سِديَر

ٿيو ۽ ٻيءَ جو **خُورنق**. اهي ٻئي محلاتون ڪتابن ۾ مشهور ٿيون. سدير جي معنيٰ پهلوي ٻوليءَ ۾ ٽي گنبذ آهن ۽ خورنق خوردن گاه جي عربي صورت آهي يعني ماني کائڻ جي جاءِ. چوندا ته سمنار اهي عمارتون اهڙي حڪمت سان جوڙيون، جو اُهي رات ڏينهن جي عرصي ۾ ڪيترا ڀيرا رنگ بدلائينديون هيون. بادشاهہ هنکي تمام گهڻو انعام ڏنو، پر خيال ۾ آيس ته متان هو وري ڪنهن ٻئي بادشاهہ جي لاءِ انهيڪان به بهتر محلات جوڙي، تنهنڪري هنکي ڪنهن بهاني سان متان محلات تان هيٺ اُڇلائي وڌائين ۽ هو مري ويو. جون ته نعمان بت پرست هو ۽ سندس وزير عيسائي مذهب جو هو. انهيءَ جي صحبت ۾ آخر نعمان به عيسائي ٿيو ۽ اهڙو خدا پرست ٿيو، جو دنيا ترڪ ڪري بادشاهي ڇڏي هليو ويو ۽ سندس وري پتوئي ڪو نه پيو. هنجو پٽ منذر سندس جاءِ تي ويٺو ۽ اُهو شاهزادي بهرام جي تربيت ۽ تعليم جي سنڀال ڪرڻ لڳو. ٿوري عرصي ۾ بهرام علمي ۽ عملي حڪمت ۽ فضيلت سکيو ۽ سواري ۽ هٿيار ڪم آڻڻ سکيو ۽ پوءِ شڪار ۽ عيش عشرت ۾ گذارڻ لڳو. انهي وچ خبر پئي ته پٽس مري ويو آهي ۽ ايران جي اميرن اردشير بن بابڪ جي اولاد مان ڪنهن هڪڙي شخص **ڪسريٰ** نالي کي تخت تي وهاريو

آهي. تنهنڪري هنڪي ڪاوڙ آئي. منذر بن نعمان کي مدد لاءِ چيائين ۽ هن پنهنجي پٽ نعمان بن منذر کي هڪڙي وڏي لشڪر سان ايران ڏي موڪليو ته وڃي بهرام کي پنهنجي پيءُ جي تخت تي وهاري. حقيقت هيءَ هئي ته جڏهن يزدجرد مري ويو، جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو، تڏهن ماڻهو هنجي ظلم کان ڇٽڪ ڪري ڏاڍا خوش ٿيا ۽ خيراتون ۽ خوشيون ڪيائون. صلاح ڪيائون ته جي هن جو پٽ بهرام عرب کان گهرائي تخت تي وهاريندا ته شايد اهو به پيءُ واري هلت ڪندو، تنهنڪري هنن اردشير بابڪان جي اولاد مان هڪڙو خسرو يا ڪسريٰ نالي هٿ ڪري انهيءَ کي تخت تي وهاريون. جڏهن منذر بن نعمان ٽيهه هزار سوار وٺي ايران جي تختگاهه مدائن جي ويجهو آيو، تڏهن ايراني امراءَ نڪري آيا ۽ عرب جي اميرن امرائن سان گڏيا ۽ صلاح مشورت ڪيائون ته ايران جو تخت ٻن ڄڻين شينهن جي وچ ۾ رکجي ۽ بهرام ۽ ڪسريٰ کي چئجي ته اهو اتان کڻي وڃي. جيڪو اهين ڪري تنهنکي بادشاهه ڪجي. بهرام ڪسريٰ کي چيو ته تون وڃي ڇت کڻ. هو اديشو ڪرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو ته ڇت اڳئي منهنجي مٿي تي آهي، انهيءَ جي دعويٰ تون ٿو ڪرين، سو تون وڃي اهو کڻي آءِ. بهرام ويو

شينهن انهي تي ڪاهي آيا. انهن سان وڙهي ٻنهي کي ماريائين ۽ ڇت ڪٽي نڪري آيو ۽ ٻنهي جي مٿي تي رکيائين. عرب توڙي عجم وارن سڀني سان راه ڪئي. ڪسريٰ برڪيس مبارڪ ڏني ۽ تاج ۽ تخت جي دعويٰ ڇڏي ڏنائين.

بهرام اڪثر گورخرن جو شڪار ڪندو هو، تنهن ڪري هن کي بهرام گور سڏڻ لڳا. بهرام گور جڏهن بادشاهه ٿيو، تڏهن پهرين ارادو ڪيائين ته جن اميرن سڀني برخلاف ڪسريٰ کي بادشاه ڪيو هو، تن کان وير وٺي؛ پر نعمان بن منذر جي سفارش ۽ شفاعت تي هن انهي کي معافي ڏني ۽ عدل ۽ انصاف سان حڪومت ڪرڻ لڳو. انهي وقت بهرام جي عمر ويهه ورهه هئي. هزار تومان رعيت تي ڍل بقايا رهيل هئي، سا معاف ڪيائين ۽ عالمن ۽ فاضلن جي لاءِ اوزما مقرر ڪيائين، ۽ ٻئس جي ڏينهن ۾ جيڪي شهر ويران ٿي ويا هئا، سي آباد ڪيائين. نعمان بن منذر کي لائق انعام اڪرام ڪري موٽي وڃڻ جي اجازت ڏنائين. ماڻهو ٻنهي جي ڏنڌي ۾ مشغول ٿي خوش گذارڻ لڳا ۽ خوشيون ڪرڻ لڳا. جون ته راڳ ڳائڻ ۽ ساز وڄائڻ جي اڳي اتي رسم نه هئي، تنهنڪري بهرام گور هندستان ڏي ماڻهو موڪلي ڳائڻ ڳائڻ ۽ وڄائڻ ۽ نچڻ وارا ماڻهو

آڻايا ۽ پنھنجي ملڪ جي جدا جدا پاڱن ۾ وراهي رکيائين. گھڻن ماڻھن انھن جي چوڪرين سان شاديون ڪيون ۽ انھمان جٽ قوم پيدا ٿي. بھرام پاڻ به راڳ روپ ۽ عيش عشرت ۾ مشغول رھيو. تنھنڪري البته ملڪ ۾ بدانتظامي پيدا ٿي ۽ رعيت به ناراض ٿيڻ لڳي. چين جو خاقان وجھه ڏسي ٻه لک پنجاھه هزار سوار ۽ پيادا وٺي جيحون ندي لنگھي ايران ۾ آيو ۽ اتي قرمار ڪرڻ لڳو ۽ مرو پاڙي تائين گھڙي آيو. ماڻھو اچي پريشان ٿيا. بھرام کي دشمن سان وڙھڻ ۽ انھي کي ھڪالي ڪيڍڻ لاءِ چيائون. ھن چيو ته خدا سڀ خير ڪندو، پر ظاھري ڪجھه به ڪين ڪيائين. تنھنڪري ماڻھن سمجھيو ته ھو بلڪل بيحال ۽ ڊڄڻو آھي ۽ عيش پسند ھئڻ ڪري ڪجھه نه ڪندو. اوچتو معلوم ٿيون ته بھرام ست خاص ماڻھو ۽ ٽي سؤ بھادر پاڻ سان وٺي شڪار تي نڪري ويو آھي. بھرام وڃڻ کان اڳي پنھنجي ڀاءُ نرسي کي پنھنجو قائم مقام ڪري ڇڏيو ھو. پوءِ پاڻ سوارن سميت آذربائيجان ۾ آيو. ماڻھن سمجھيو ته ھو چين جي خاقان جي ڊپ کان ڀڄي نڪري ويو آھي. تنھنڪري وڪيل موڪلي خاقان جي زبردستي کان بچڻ لاءِ ڍل ڀرڻ تي ھموار ڪيائون ۽ ھڪڙي موٽي وڃڻ لاءِ عرض ڪيائون. ھو اھو پيغام ٻڌي

خوش ٿيو ۽ انهيءَ تي ويچار ڪرڻ لڳو. انهيءَ وچ ۾ بهرام آذربائيجان مان ارمنيه ڏي ويو ۽ اتان هزار ڪن بهادر ڀاڻ سان ڪري سونهن جي مدد سان تڪڙو تڪڙو خاقان جي لشڪرگاهه ۾ آيو. جنهن جي خاقان انهيءَ رات خوشيءَ جي مجلس ڪئي هئي ۽ راڳ روپ ۽ شرابخوشيءَ ۾ مشغول رهيو ۽ رات جو دير دير جاڳڻ وجهي ستو هو. رات اونداهي هئي. بهرام پنهنجي ننڍي لشڪر سان اوچتو دهلن ۽ نغارن ۽ گهڙيالن ۽ نعرن سان ڪاهي اچي هن تي پيو. بهرام پنهنجي هٿ سان خاقان جي سسي وڍي لاٿي. سندس ماڻهو اُٿي ڀڳا. بهرام جا بهادر اُنهن جي پٺيان پيا. اُنهنکي ماريندا سرحد تائين ويا ۽ اُنهنکي جيحون ندي لنگهائي پوءِ موٽي آيا. ڪي لکن ٿا تہ اُتان جيحون لنگهي سندس لشڪر ماوراءِ النهر جو ملڪ بہ ورتو ۽ آس پاس جي بادشاهن سان صلح ڪري پوءِ موٽي خوارزم مان لنگهي آذربائيجان ۾ آيو. خاقان جي خزاني مان جيڪي جواهر هٿ آيا، سي آتشڪده جي محرابن ۾ هڻايائين ۽ خدا جي شڪرگذاري بجا آڻڻ لاءِ ۽ ماڻهن کي خوش ڪرڻ لاءِ ٽن ورهن جي ڍل رعيت کي معاف ڪيائين ۽ اڳين جي بقايا بہ ڇڏ يائين.

ڪجهہ وقت گذاري پوءِ بهرام هندستان ڏي روانو ٿيو ۽ اتي سير ۽ شڪار ۾ مشغول رهيو ۽ هند جا

ماڻهو هنجي چابڪ سواري ۽ تيراندازي ۽ تيغرانی ڏسی حيران ٿي ويا. ملڪ ۾ افواهہ اٿی تہ ايران جو ڪو پهلوان آيو آهی، جو ڏاڍو هشيار آهي ۽ ماڻهو گهڻی شوق سان هنجی ملاقات لاءِ اچڻ لڳا. ڪنهن هند هڪڙو مست هاٿي جهنگ مان شهرن ۾ زيان ڪندو هو ۽ ماڻهو انهيءَ روڪي يا ماري نہ سگهندا هئا. بهرام وڃی انهی هاٿيءَ کی سامهون ٿيو ۽ ترار سان ڏڪ هڻی گوڏن پر وهاري چڏيائينس. انهيءَ ڪري هنجی گهڻی تعريف ٿي. اتی جي بادشاهہ هنکي پاڻ وٽ گهرايو ۽ سندس احوال پڇيائين. انهيکي چيائين تہ ايران جی بادشاهہ بهرام گور جي خاص سردارن مان آهيان. حاسدن جیچوڻ تی بادشاهہ کي مونِ شڪ پيو، تنهنڪري آئُ پڇي اتان نڪتو آهيان. بادشاهہ هن تی نهايت مهربان ٿيو ۽ هنکي انعام ڏنائين. اجا هو اُتي هو تہ پاسی وارو ڪو راجا ڪاهی انهي بادشاهہ جي ملڪ تی آيو. بادشاهہ بهرام کی پنهنجی لشڪر جو سپہ سالار ڪري دشمن سان وڙهڻ لاءِ موڪليو. بهرام ڏاڍي بهادري ڏيکاري ۽ انهی راجا کي شڪست ڏئي پڇاڙيائين ۽ فتح ڪري موٽی آيو. بادشاهہ زياده عزت ڏنيس ۽ پنهنجي ڌيءُ سان هنجی شادي ڪرايائين، آخر آهستي آهستي بهرام پاڻکی سڃارايو. ہہ ورهہ اتي

رهي بهرام ٻنهني جي راڄ ۾ گهڻي مال خزاني سان موٽي ايران ۾ آيو.

اتان موٽڻ کان پوءِ ٻنهني جي قائم مقام نرسيءَ کي چاليهن هزارن سوارن سان روم جي ملڪ تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ موڪليائين. هو قسطنطنيه تائين ويو ۽ اتي فتحون ڪري ۽ ڏل مقرر ڪري موٽي آيو. پوءِ بهرام پاڻ يمن ڏي ويو ۽ اتي ملڪ ڦري، شڪستون ڏئي موٽي آيو.

بهرام کي هڪڙو پٽ يزدجرد نالي هو، جو تمام ڪُند فهم ۽ موڳو هو. هن کي تعليم ڏيڻ لاءِ گهڻا ئي اُستاد وهاريائون، تڏهن به فائدو ڪو نه ٿيو. انهي هوندي به معلوم ٿيس ته هو هڪڙي جوڪريءَ تي عاشق آهي ۽ انهي جي عشق ۾ راڳ روپ ۾ مشغول تو رهي ۽ لڪ ڇپ ۾ انهي سان خط ڪتابت ٿو ڪري. بهرام حڪيمن جي صلاح سان ڇاڪري ٻنهي تي خيال رکيو. ۽ جيئن حڪيمن اڳئي خيال ڪيو هو، تيئن يزدجرد شاهزادو انهي عشق جي وسيلي ڏاڍو ذهين ۽ هشيار ٿي پيو. ڇگا غزل ناهيندو هو، جي پڙهي بهرام پاڻ توڙي ٻيا ماڻهو حيران ٿي ويندا هئا. پٽ کي ڏسي بهرام پاڻ به شعر جوڙڻ لڳو. اڪيل آهي ته فارسي ٻوليءَ ۾ پهريون شعر فارسيءَ ۾ بهرام گور رهيءَ جيو: (بيت) منم آن پيل دمان و منم آن شير يلہ نام بهرام مرا و کنيت بوجبلہ. (يعني

آءُ اُهو مست هاٿي ۽ پهلوان شينهن آهيان، جنهن جو نالو بهرام آهي ۽ جنهن جو ڪُنيت يا ڪنيبي نالو بُوجبلہ آهي.) چون ٿا تہ ڪن ڏينهن کان پوءِ جڏهن بهرام کي ڪنهن قابل حڪيم کان معلوم ٿيو تہ شعر جوڙڻ خراب آهي ۽ خدا کي نا پسند آهي جو منجهس ڪوڙ ڳالهائڻو ٿو پوي، تڏهن شعر جوڙڻ اصلي ڇڏي ڏنائين، بلڪ پنهنجن پٽن ۽ عزيزن خويشن کي بہ منع ڪيائين. جڏهن بهرام پيرمرد ٿيو، تڏهن پنهنجي پٽ يزدجرد کي پنهنجي جاءِ تي وهاري پاڻ گوشہ نشين ٿيو ۽ فرحت سان شڪار ڪندو ۽ مزا ماڻيندو وقت گذاريندو رهيو. هن سورهن ورهہ جہ مهينا ۽ ويہ ڏينهن بادشاهي ڪئي. ڪي ٽيٽيهہ ورهہ چون ٿا.

## يزدجرد بن بهرام گور.

جڏهن يزدجرد بادشاهہ ٿيو، تڏهن نرسي، جو پيءُ جي حياتيءَ ۾ وزيري ڇڏي وڃي گوشہ نشين ٿيو هو، تنهنکي سڏي پنهنجو وزير ۽ مشير ڪيائين ۽ ملڪ جي حڪومت عقل ۽ انصاف سان هلڻ لڳي ۽ زيردست ملڪن جي ڍل سال بسال ايندي رهي. ڪن ورهن کان پوءِ روم جي بادشاهہ ساليانی ڍل بند رکي، تنهن ڪري يزدجرد وزير نرسيءَ کي وڏي لشڪر سان اوڏي

موڪليو. روم جو بادشاهہ ٻچي وري ڊل ڏيڻ جو قبولدار ٿيو ۽ نرسي موٽي آيو.

يزد جرد کي ٻہ پٽ هئا: وڏو **فيروز** ۽ ننڍو **هرمز**. بادشاهہ جو ننڍي پٽ سان گهڻو پيار هو، تنهنڪري هن فيروزکي سجستان يا نيمروز جو بادشاهہ مقرر ڪري اوڏي موڪليو ۽ هرمزکي ولي عهد ڪري پاڻ وٽ رکيائين. نيٺ يزد جرد ارڙهن ورهہ بادشاهي ڪري وفات ڪئي.

## هرمز بن يزدجرد.

يزد جرد جي مرڻ تي هرمز پيءُ جي وصيت موجب تخت تي ويٺو. پر هو ظالم ۽ بد طبيعت هو، تنهنڪري ماڻهو منجهانئس ناراض ٿيا. سندس ڀاءُ فيروز، جو اڳئي پيءُ جي فيصلي کان ناراض هو ۽ ننڍي ڀاءُ تي ڪاوڙيل هو، سو لشڪر گڏ ڪري هياطلہ جي بادشاهہ **خوشنواز** کان مدد وٺي ٽيهہ هزار ماڻهو ساڻ ڪري هرمز جي ملڪ تي ڪاهي آيو ۽ انهي کي شڪست ڏنائين. پوءِ هياطلہ جي لشڪر کي انعام اڪرام ڏئي روانو ڪيائين ۽ پاڻ بادشاهہ ٿي ويٺو. هرمز جي بادشاهي هڪ ورهہ هلي.

## فيروز بن يزدجرد.

فيروز پنهنجي ڀاءُ هرمز جي مرڻ کان پوءِ ايران جو بادشاهہ ٿيو. هڪڙو سال مس گذريو تہ اچي ڏڪار شروع ٿيو. ست ورهہ آسمان مان مينهن تہ ڪونہ پيو،

پرندين ۾ به پاڻي گهٽجي ويو. ماڻهو بک مرڻ
لڳا. دجلو ۽ جيحون نديون اصل سڪي ويون.
ڪيترا جانور ۽ ٻڪريون ٻڪر ۽ اُٺ ڪان مري ويا. گاهه زمين
تي ڪونه هو. اهڙي ڏڪار ۾ فيروز پنهنجو مال ۽ خزانو
رعيت کي وراهي ڏنو ۽ حڪم جاري ڪرايائين ته پيسي
وارا ماڻهو غريبن کي مدد ڪن ۽ جي معلوم ٿيو ته ڪنهن
شهر يا ڳوٺ ۾ ڪو ماڻهو بک جي وگهي مئو آهي ته انهي
ساري ڳوٺ کي سزا ملندي. انهي ڪري ڪڙي ماڻهو ۽
ڪانسواءِ بک جي وگهي پيو ڪوبه ماڻهو نه مئو. جڏهن ڏڪار
جي سختي حد کي رسي، تڏهن فيروز پاڻ به اٿيو ۽ رعيت
کي به تاڪيد ڪيائين ته زار زار روئي خدا جي درگاهه مان
پاڻيءَ جو سوال ڪن. آخر انهن ڪيائون ۽ برسات پئي ۽
پاڻي نهرن ۾ آيو ۽ ماڻهو سکيا ٿيا.

اگرچه فيروز جو ڏيڏاڻا جي بادشاهه سان صاحب جو عهد نامو
هو، تڏهن به جيڪي ماڻهو انهيءَ جي ظلم کان سندس
ملڪ ۾ آيا هئا، تنهن کي ڪڍ ڪري ڪيل عهد نامو ساري
۽ اميرن وزيرن جي ڪالهه ماڻهي، ڏيڏاڻا جي ملڪ تي
ڪاهي ويو. خوشنواز ڏاڍو پريشان ٿيو. سندس سپهدارن
مان هڪڙي سندس پريشاني ڏسي جيس ته منهنجا هٿ
فيروز تي ولاڻي رستي تي ڪٽي موڪلي رکڻ، پوءِ آءُ پاڻهئي
فيروز جو علاج ڪندس. خوشنواز ائين ڪيو. جڏهن فيروز

انهي رستي کان آيو ۽ ماڻهن اهڙي ماڻهوءَ جو اطلاع ڏنس، تڏهن انهيءَ کي گهرايائين. حال احوال پڇيائينس. چيائين ته آءُ خوشنواز جي خاص مشيرن مان هوس. مون کيس نصيحت ڪئي ته هيترو ظلم نه ڪر ۽ ماڻهن کي نه ستاءِ. تنهن تي ڪاوڙجي منهنجا هٿ وڍائي ڇڏيائين ته جهنگ جا مرون مونکي کائي وڃن. فيروز کي هن تي ڏاڍو رحم آيو. مٿس گهڻي مهرباني ڪيائين. هن کيس گهڻيون دعائون ڪيون ۽ چيائين ته جڏهن اوهين هن تي ڪاهي ٿا وڃو، تڏهن مونکي ساڻ کڻو ته آءُ اوهان کي ويجهو رستو ٻڌايان ۽ نئي هنجي مٿان بيهاريان. فيروز کي هنجي ڳالهه تي پت آئي ۽ سارو لشڪر هنجي پٺيان لڳو. هن هڪڙي اهڙي سڃي بيابان مان هنن کي نيو، جو نڪو گاهه نڪو ڪاٺ نڪو پاڻي هٿ آين. هزارين ماڻهو مري کپي ويا. باقي جيڪي ٿورا بچيا، تن سان هو هياطلن جي حد ۾ آيو. اتي فيروز پنهنجي کنهن واقف جي هٿان هياطلن جي بادشاهه **خوشنواز** کي پيغام موڪليو ۽ هن کان امان گهريائين. خوشنواز جواب موڪليس ته مون توسان ڪيتري ڀلائي ڪئي ۽ توکي مدد ڏئي پنهنجي ملڪ جو بادشاهه ڪيم، انهي جي بدران تون ڪن شرير ماڻهن جي چوڻ تي لڳي مون تي ڪاهي آئين؛ پر انهيءَ جو نتيجو اهو ٿيو جو ڏٺئي. هاڻي

جي وري ۽ تون انجام ڪرين تہ وري اهڙي حالت نہ ڪندين، تہ پوءِ توکي عزت آبروءَ سان، ايران ۾ پهچايان. فيروز لاچار ٿي قسم کڻي اهڙو انجام ڪيو. تڏهن خوشنواز هنکي رخصت ڏني. فيروز ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ هميشہ انهي خيال ۾ رهيو تہ ڪهڙي غالب دشمن کي مغلوب ڪريان. آخر هيئن ڪيائين، جو ڪيل انجام پاڇي سيستان جو والي **سوخرا** يا سوفرا، جو منوچهر جي اولاد مان هو، تنهن کي سڏي پنهنجي جاءِ تي بادشاهہ ڪيائين ۽ پنهنجا ٻہ پٽ **بلاش** ۽ **قباد**، جي صغير هئا، سي هنجي سنڀال هيٺ رکيائين ۽ پاڻ لشڪر وٺي هياطلہ تي ڪاهي ويو، جيتوڻيڪ وزيرن ۽ اميرن ۽ موبدن اهڙي انجام شڪنيءَ کان منع ڪيس. هوڏي خوشنواز ٻہ هنجي مقابلي لاءِ لشڪر گڏ ڪيو ۽ لشڪر گاهہ جي چوڌاري کاهي کڻائي هنجي لاءِ منتظر ٿي ويٺي رهيو. جڏهن فيروز آيو، تڏهن پهرين هنکي سندس انجام ياد ڏياريائين ۽ پر هو نہ مڙيو. آخر طرفين جي جنگ لڳي. نيٺ هياطلہ جو بادشاهہ منهن ڦيرائي کاهيءَ جي وچان جيڪا وات ڇڏي هئائين تنهن تان نڪري روانو ٿيو. فيروز ڀانيو تہ ڀڳو آهي. لشڪر پٺيانس ڇڏيائين، پر فيروز ۽ گهڻي سپاهي ۽ سردار وڃي کاهيءَ ۾ پيا. ايتري ۾ خوشنواز موٽي لشڪر وٺي اچي مٿن پيو. جي نہ مئا هئا تنکي ماري مال اسباب

لٽي ڦري هليو آيو. فيروز جي ڌيءُ، جا ساٽس آيل هئي
۽ جا نهايت عقل واري شاهزادي هئي، سا گرفتار ٿي پئي.
جڏهن اها خبر فيروز جي قائم مقام سوخرا کي پهتي، تڏهن
هو وڏو لشڪر وٺي هياطلہ تي ڪاهي آيو. نيٺ سوخرا
۽ خوشنواز پاڻ ۾ صلاح ڪيو. خوشنواز جيڪي قيدي هٿ
ڪيا هئا ۽ جيڪو بي انداز مال هٿ ڪيو هو، سو موٽائي
ڏنائين. انهي طرح سوخرا ايران ۾ موٽي آيو ۽ فيروز
جي وڏي پٽ بلاش کي تخت تي وهاريائين ۽ سندس
ڀاءُ قباد ڀڄي ترڪستان ۾ وڃي پناه ورتي. فيروز جي
بادشاهي چوويهہ ورهہ هلي. ڪي ايڪيهہ ورهہ ٿا لکن.

## بلاش بن فيروز.

فيروز جي مرڻ تي سندس وڏو پٽ بلاش يا پلاش
تخت تي ويٺو ۽ عدل ۽ انصاف سان حڪومت ڪرڻ
لڳو. سوخرا تي گهڻيون نوازشون ڪيائين. ساباط ۽
مدائن جا شهر آباد ڪيائين ۽ جيڪو شهرن مان لڏي
ويندو هو تنهن جي لاءِ اُتي جي حاڪم کان ساخت پڇا
ڪندو هو، انهي خيال سان تہ متان هن جي ظلم کان لڏي
ويندو هجي. هن جو ننڍو ڀاءُ قباد مدائن مان ڀڄي ماوراء
النهر ڏي هليو ويو. سوخرا جو پٽ **آزرمهر** ساٽس هو.
جڏهن نيشاپور ۾ پهتو، تڏهن **آزرمهر** جي ڪوشش سان
هن هڪڙي سکر ماڻهوءَ جي ڌيءُ سان شادي ڪئي.

هڪڙو ٻه ڏينهن اُتي گذاري ۽ زال کي پنهنجن مائٽن ۾ ڇڏي قباد ترڪستان ڏي ويو ۽ اتي جي خاقان وٽ وڃي رهيو. چار ورهه اُتي گذاريائين ۽ خاقان کي مدد لاءِ چيائين. هن هڪڙو وڏو لشڪر ساڻس ڏنو ۽ هو ايران ۾ آيو. جڏهن موٽندي وري به نيشاپور ۾ آيو، تڏهن معلوم ٿيس ته سندس زال پيٽ سان ٿي هئي ۽ پار به ڄڻيو هئائين جو قباد ڏنو ۽ انهيءَ جو نالو **ڪسري يا نوشيروان** رکيو ويو. اتي ئي پڌائين ته پاڻس بلاش مري ويو آهي. انهيڪري قباد پنهنجي پٽ نوشيروان کي سڀا گو سمجهيو، پوءِ پنهنجي زال ۽ پار سميت مدائن ۾ آيو، جتي سيني هنڪي خالي تخت تي وهاريو.

## قباد بن فيروز.

جڏهن قباد باد شاهه ٿيو، تڏهن سوخرا ۽ سندس پٽ آزرمهر سان گهڻيون مهربانيون ڪيائين، جو انهي ساڻس ۽ سندس پيءُ سان گهڻيون ڀلايون ڪيون هيون ۽ حڪومت جي وڏن ڪمن ۾ هميشه هنڪان صلاح وٺندو رهيو، ايتري قدر جو جيڪي ٿيندو هو، سو سمجهندا هئا ته سوخرا ٿو ڪري ۽ قباد رڳو نالي جو باد شاهه آهي. جڏهن اها ڳالهه قباد کي معلوم ٿي، تڏهن ڏاڍي ڏک لڳس، ۽ انهيءَ جو تدارڪ ڪرڻ گهريائين. پنهنجي سپهه سالار شاپور کي سڏي انهي بابت ساڻس مشورت ڪيائين.

هن چيو ته اوهين دلجاءِ ڪريو، سڀاڻي آءٌ پاڻهئي انهي
جو بندوبست ڪندس. پوءِ ڏينهن شاپور ۽ سوخرا
بادشاه وٽ ڳڏ ويٺا هئا ته ڪنهن ملڪي ڳالهه بابت
بحث هليو، جو انهي حد پهتو ته شاپور پنهنجو ڪمند
سوخرا جي گردن ۾ وجهي انهيکي درٻار مان گهلي ٻاهر
ڪڍيو ۽ زنجير وجهي ڪٺي قيد ڪيائينس، جتي هو
ڪي ڏينهن رهي مري ويو.

جڏهن قباد جي بادشاهيءَ جا ڏهه ورهه گذريا، تڏهن
اصطخر جي پاسي هڪڙو شخص **مُزدڪ** نالي ظاهر ٿيو،
جنهن هڪڙو عجب مذهب بنايو ۽ پاڻکي پيغمبر
سڏائڻ لڳو. آتشخاني جي ميدان زمين ۾ هڪڙو تهخانو
يا سردابه جوڙيائين، جنهن ۾ باه مان هڪڙو سوراخ جاري
هو. اُتي هڪڙو پنهنجو ماڻهو لڪائي وهاري ڇڏيائين.
پوءِ چوڻ لڳو ته منهنجو معجزو اهو آهي ته باه مون سان
ڳالهائي ٿي. گهڻا ماڻهو سندس مذهب تي آيا. بادشاه
قباد به هن سان ملاقات ڪئي ۽ سندس معجزو ڏٺائين.
جيڪو سوال باه کي ٿي ڪيائين، تنهنجو جواب اُتان
ٿي مليس. قباد به ٺڳجي ويو ۽ هنجو معتقد ۽ مريد ٿيو.
هنجي مذهب جا اصول اهي هئا ته هڪ ٻين جو مال
ملڪيت ۽ زالون سڀني کي حلال آهي ۽ ساهوارن کي
کهڻ ۽ گوشت کائڻ حرام آهي، فقط ٻاڄي ۽ بيضا ۽ کير

ڏڏ مکڻ تي گذارڻ گھرجي. باڻ کٿي ڇڏڙا ڪپڙا ڏ ڪي
عبادت ۾ مشغول رھندو ھو. اھڙو اصول معلوم ڪري
ھزارين بد معاش ۽ شرير ماڻھو اچي وتس گڏ ٿيا ۽
ڦريون ماريون ٿيڻ لڳيون، جي سڀ حلال ۽ جائز شمار
۾ آيون. ٿوريئي عرصي ۾ اھڙو حال اچي ٿيو، جو
ڪيترائي پار زالن ڇٽيا، جنھجي پين جي خبر پئجي
نٿي سگھي ۽ ڪيترن جا مال متاع ڦرجي ويا ۽ اھي
مفلس ٿي ويا. خود بادشاھہ جو خزانو بہ مزدڪ جي
حوالي اچي ويو، جو بادشاھہ جو من تي اعتقاد ھو. انھي
ڪري اميرا امرا ۽ ٻي خلق قباد تي ڪاوڙي ۽ پڌي
ڪري ھنکي گرفتار ڪري کٽي قيد ڪيائونس ۽
سندس ڀاءُ **جاماسپ** کي تخت تي وھاريائون، اگرچہ
ٻھريان ڪي ڏينھن تخت خالي پيو ھو. ماڻھن ارادو
ڪيو تہ قباد کي ماري پوءِ مزدڪ ۽ سندس مريدن کي
قتل ڪن. آخر قباد جي ڀيڻ ڏاڍي تجويز ۽ چالاڪيءَ
سان ھنکي قيد مان ڇڏايو. ھو ڪي ڏينھن اتي اڪي
پوءِ ڪي جونديل ماڻھو ساڻ ڪري ترڪستان جي پاسي
ڀڳو. ڪن لڪيو آھي تہ انھي ڀاڄ ۾ ھو اھواز ۽ اصفھان
جي ڳوٺن مان ھڪڙي ۾ ڪنھن ڳوٺاڻي جي گھر ۾
رھي پيو، جو فريدون جي نسل مان ھو ۽ اتي رھي انھي
جي ڌيءُ سان شادي ڪيائين، جا نوشيروان جي ماءُ ٿي.

پوءِ هياطلہ ۾ ويو ۽ کن ڏينهن کان پوءِ اُني جي حاڪم مدد ڪيس ۽ ٽيهہ هزار ماڻهو ڏنائينس، جنسان هن ايران ڏي رخ رکيو. جڏهن هو مدائن کي ويجهو آيو، تڏهن ايراني سردارن ۽ اميرن جي وچ ۾ تڪرار پيدا ٿيو، جو هو پڻ بادشاهن جي جنگ کان ڏناٿي. ٿڪهڙي ٽهراءِ ڪيائون تہ قبادکي وري بادشاهہ ڪن ۽ سندس ڀاءُ جاماسپ، جو تڏهن تخت تي هو، سو بہ سانڍن شامل ٿيو. قباد وٽ گڏ جي آيا ۽ معافي گهريائون، جا هن ڏنين. انهيطرح قباد وري تخت تي ويٺو ۽ هن آزر مهربن سوخرا کي پنهنجو وزير ڪري ملڪ جي آباد ڪرڻ جو بندوبست ڪيو. هن دفعي هن ماڻهنکي خوش ڪرڻ لاءِ اڳين خرابي ياد ڪري مزدڪ ۽ مزدڪين کان پاسو ڪيو. هن گهڻائي نوان شهر پڏا ۽ نيون عمارتون جوڙايون. گنج ۽ ميا فارقين شهر هنجا بنا ڪيل آهن. پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ هو روم ۾ ويو ۽ ڪي فتحون ڪري موٽي آيو. آخر ٿيتاليهہ ورهہ بادشاهي ڪري مري ويو. ڪن لکيو آهي تہ پنهنجي پٽ ڪسريٰ يا نوشيروان کي تخت تي وهاري پوءِ پاڻ روم ڏي ويو ۽ اتي وڃي رهيو ۽ نيٺ مئو بہ اُتي.

## ڪسريٰ بن قباد (نوشيروان).

قباد کي بہ پائر هئا: هڪڙو گرانمايہ ۽ ٻيو جاماسپ. هنکي پٽ بہ گهڻا هئا، پر انهنمان ڪسريٰ ننڍي تي هوندئي

ڏاڍو هشيار ۽ نيڪ جوان هو ۽ بادشاهه جي جهڙيءَ ملڪ
جي ڪمن ۾ صلاحڪار رهندو هو ۽ پٽس توڙي امير
هنجي صلاح تي هلندا هئا. جون ڏٺائون ته جيتوڻيڪ قباد
نوشيروان کي والي عهد مقرر ڪيو هو ۽ اميرن ۽ موبدن
جي آڏو اهو عهد نامو به انجام ۾ لکيو ويو هئين، تڏهن به
پيءُ جي مرڻ تي هو خوشيءَ سان تخت تي نه ٿي ويٺو،
جو چيائين ته متان پوءِ فساد ٿئي ۽ ناحق خون ٿين،
تنهنڪري جنهنکي سڀئي پسند ڪن تنهنکي وهاريو،
آخر سڀني کيس پسند ڪري زور سان تخت تي
وهاريو ۽ کيس انجام ڪيائون ته سندس تابعدار ٿي
رهندا. هو مشهور چڱو عادل بادشاهه ٿيو. بادشاهيءَ جي
ڪم ۾ هنکي بوزجمهر گهڻي مدد ڪئي، جنهنکي هن
پنهنجو وزير ڪري رکيو. مزدڪ جي ڪري ملڪ ۾
جيڪا خرابي پٽس جي وقت ۾ پيدا ٿي هئي، تنهنجو
چڱو علاج ڪيائين. سندس پهريون ڪم اهو هو ته مزدڪ
کي قتل ڪرائڻ جو ارادو ڪيائين. پهرين هنسان
نرميءَ جي هلت شروع ڪيائين ۽ ٻاڻ آمد رفت ڪرڻ
جي اجازت ڏنائينس. پوءِ هڪڙي ڏينهن هنکي ۽
هنجي مريدن کي دعوت ڏئي ماڙيءَ جي مجلس ۾ گڏ
ڪري مارائي ڇڏيائين. ڪن لکيو آهي ته هڪڙي
ڀيري ڪنهن شهر جي ماڻهو وٽس دانهن آندي ته

هڪڙو مزدڪي مذهب زال ڪسي ويو آهي. بادشاهه مزدڪ کي چيو ته هنکي زال وڃائي ڏئي، پر هن گهڻو خيال نه ڏنو، تنهنڪري بادشاهه کي ڪاوڙ آئي ۽ هن ترار سان سندس ڪهرائي ڇڏيس ۽ مزدڪين جي مارائڻ جو حڪم جاري ڪيائين. جنهن تي لڏا، اتي انهن کي تي قتل ڪيائون. پر ڪامل التواريخ ۾ آهي ته مذهب جنهن کي اُمر السها چوندا هئا ۽ جو عرب جو بادشاهه هو، تنهن کي قباد مزدڪ جي مذهب قبول نه ڪرڻ ڪري موقوف ڪري ڇڏيو هو، سو نوشيروان وٽ اچڻ لڳو. هڪڙي ڏينهن منذر ۽ مزدڪ پئي نوشيروان وٽ ويٺا هئا. ڳالهين ڪندي نوشيروان چيو ته بادشاهه تيڻ کان اڳي مونکي ٻن ڪمن ڪرڻ جو شوق هوندو هو. هڪڙو منذر کي وري عرب جي حاڪم ڪرڻ جو ۽ ٻيو مزدڪين يا زنديقن جي پاڙ پٽڻ جو. تنهن تي مزدڪ چيو ته اوهين ساري جهان کي ڪيئن قتل ڪري سگهندؤ؟ هي ٻڌي بادشاهه کي ڏاڍي چڙ لڳي. هڪدم مزدڪ کي اُتي جو اُتي مارائي ڇڏيائين ۽ هن جي مريدن جي مارائڻ جو حڪم ڪيائين. چون ٿا ته ٻه پهرن جي اندر لک کن ماڻهو انجي مريدن مان ماري ڇڏيائون. انهي ڏينهن کان وٺي بادشاهه ڪسريٰ کي نوشيروان سڏڻ لڳا. پوءِ مزدڪين

جو مال اسباب ضبط ڪري اُن جي مالڪن يا انهي جي وارثن کي ڏياريائين ۽ ظالمن انهن کان وٺي سنڌن مڙسن کي ڏياريائين. جيڪي پئسا بچيا، تن مان مزدڪين جا ويران ٿيل شهر آباد ڪرايائين، هارين کي تقاويون ۽ اوزار ۽ ڏاند ۽ ٻج وٺي ڏنائين ته زمينون آباد ڪن. جي ماڻهو اڳوڻي ظلم کان لڏي ٻئي پاسي ويا هئا، تنکي آڻي پنهنجن ڳوٺن ۾ رهايائين. عمارتون ۽ پليون ٺهرايائين. مطلب ته جيڪو انتظام اردشير بابڪان جي زماني ۾ هلندڙ هو، اهو وري جاري ڪيائين. حڪومت جي سهوليت لاءِ هن پنهنجي ساري بادشاهت چئن حصن ۾ ورهائي ڇڏي، جي چئن نائبن هيٺ رهيا.

سگهوئي پوءِ چين جو خاقان لشڪر وٺي فرغانہ ۽ سمرقند ۽ بخارا اچي ورتو. جڏهن اها خبر ڪسريٰ کي پهتي، تڏهن پنهنجي پٽ **هرمز** کي وڏو لشڪر ڏئي انهي پاسي روانو ڪيائين. جڏهن هو اتي ويو، تڏهن خاقان اُهي شهر ڇڏي ترڪستان ڏي نڪري ويو. انهي وچ ۾ **خالد بن حميلہ غساني** عرب لشڪر وٺي منذر اُمرالسها جي ملڪ حيره تي ڪاهي ويو، جو ڪسريٰ جي طرفان اتي جو حاڪم هو. منذر جي تعلقدارن کي ماري اُٺ گهوڙا ۽ پيو

مال ڦري هليو ويو. جڏهن منذر انهي حال جي رپورٽ
ڪسريٰ ڏي موڪلي، تڏهن هن روم جي بادشاهہ ڏي
خط لکيو، جنهنسان هن جو صلح هو ۽ جنهنجو خالد
زبردست هو، تہ جيڪو نقصان خالد ڪيو آهي سو پرائي
ڏئي ۽ جيڪي ماڻهو ماريا اٿس تنهنجو عيوضو ڏئي.
قيصر انهي خط ڏي گهڻو ڌيان ڪونہ ڏنو ۽ انهي جي
تعميل ۾ دير ٿي. تنهن ڪري ڪسريٰ کي ڪاوڙ
آئي. هڪدم وڏو لشڪر وٺي قيصر جي حد اندر
اچي ملڪ وٺڻ لڳو. دارا، حمص، حلب ۽
انطاڪيہ ورتائين. انطاڪيہ جو شهر اهڙو پسند
آيس، جو انهي جو نقشو ڪڍارائي حڪم ڏنائين تہ
اهڙو شهر مدائن جي ويجهو ٺهرائين. آخر اهو
تيار ٿيو ۽ انهي جو نالو روميہ رکيو ويو ۽ انطاڪيہ جا
ماڻهو اٿارائي اُتي وهاريائين. چون ٿا تہ اهي
ٻئي شهر اهڙا مشابهہ ۽ هڪجهڙا هئا، جو گهڻي ڇڪاس
۽ ڀيٽ ڪان پوءِ فرق فقط هي نڪتو تہ هڪڙي اصلوڪي
گهر جي در تي هڪڙو وڻ بيٺل هو، جو هن ۾ نہ هو.
مطلب تہ محلا، گهٽيون، ڪوچا ۽ گهر سڀ اصل واري
شهر جهڙا هئا ۽ ماڻهن ائين سمجهيو تہ ڄڻ پنهنجي
اصلوڪي شهر ۽ اصلوڪن گهرن ۾ ويٺا آهن. جڏهن
روم جي قيصر کي ڪسريٰ جي فتحن جي خبر پهتي،

تڏهن وڪيل وڪلي صاحب جو طالب ٿيو. آخر شام
۽ جزيره ۽ حجاز ۽ طائف ۽ بحرين ۽ عمّان جا ملڪ
ڏئي صلح خريد ڪيائين. ڪن تاريخن ۾ آهي ته
ايرانين ۽ رومين جي جنگ لڳي، جنهن ۾ قيصر قيد ٿي
پيو ۽ قيصر اهو عهدنامو ڪري پاڻ کي آزاد ڪرايو ته هر
سال ٽيهه لک دينار سونا ۽ ڏهه هزار درهم چانديءَ جا ۽
پنجاه سؤ ٿان رومي ريشم جا ايران جي بادشاه کي
پهچائيندو رهندو.

نوشيروان جي هڪڙي عيسائي مذهب جي زال
هئي، جا نهايت خوبصورت هئي. گهڻائي مٿا هڻيائين ته
هوءَ سندس دين تي اچي يعني زردشتي يا آتش پرست
ٿئي، پر هوءَ نه ٿي. انهيءَ مان هڪڙو پٽ ٿيس، جنهن جو
نالو **نوشزاد** رکيائين. جڏهن اهو شاهزادو وڏو سمجهه
جهڙو ٿيو، تڏهن پيءُ ۽ ماءُ جي علحدن مذهبن تي ويچار
ڪري ماءُ جي مذهب تي آيو يعني نصارا يا عيسائي ٿيو
۽ آتش پرستيءَ کي ناپسند ڪيائين. نوشيروان
انهيءَ کي ٻه گهڻو سمجهايو، پر هو آتش پرست نه ٿيو. تنهن
ڪري بادشاه ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ هن کي ڪٽي قيد ۾ رکايائين.
جڏهن نوشيروان لشڪر وٺي شام ولايت ڏي ويو، تڏهن
اتي بيمار ٿي پيو. نوشزاد وجهه وٺي قيد مان نڪري
جيڪي ماڻهو عيسائي مذهب ڏي مائل هئا يا سندس

طرفدار هئا، تنهنکري بي جو خزانو ڪيئي لشڪر کي وراهي ڏنائين ۽ فارس ۽ اهوازجي پرڳڻن ۾ جيڪي پٽس جا مقرر ڪيلحاڪم هئا، تنهنڪري اها ڪوڙي افواهه اُڏاريائين ته بادشاهه مري ويو. پوءِ لشڪر وٺي عراق تي ڪاهي ويو. جڏهن نوشيروان کي اها خبر پئي، تڏهن پنهنجي سپه سالار **رام برزين** ڏي لکيائين ته لشڪر وٺي وڃي نوشزاد ۽ سندس طرفدارن کي شڪست ڏئي ۽ پٽس کي وري ساڳئي قيدخاني ۾ پهچائي. سپه سالار وڏي لشڪر سان شهزادي تي ڪاهي ويو. شاهزادو به سنبري هن سان وڙهڻ لاءِ آيو. رومي لشڪر **شماس** به جي سرداريءَ هيٺ به ساڻس مددگار ٿيو. سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ شاهزادي نوشزاد کي تير لڳو ۽ هو مري ويو ۽ سندس لشڪر ڀڄي ويو. رام برزين کي ڏاڍو افسوس ٿيو. هڪدم جنگ بند ڪرايائين ۽ شاهزادي جي وصيت موجب هنکي نصراني يا مسيحائي مذهب موجب ڪفن ڏئي دفن ڪيائون. ڪي تاريخنويس لکن ٿا ته شاهزادو جنگ ۾ قيد ٿي پيو.

جڏهن نوشيروان عرب جي ولايت منذر بن اُمّ السّما کي ڏني، تڏهن هو مدائن ۾ آيو ۽ هڪڙو امير عهديدار وڏي لشڪر سان هندستان ڏي موڪليائين ۽ اهو سرنديپ يعني سلون پيت تائين ويو ۽ هند جي بادشاهه هڪڙو وڪيل

عجيب غريب قيمتي تحفن سان نوشيروان ڏي موڪليو ۽ أنسان صلح جو عهد نامو ڪيائين، جنهن موجب عمّان جي ڪناري وارا شهر نوشيروان جي نائبن کي ڏنائين ۽ پوءِ نوشيروان حڪم لکي ايراني امير لشڪر سميت موتي گهرائي ورتو. انهي طرح ماوراءِ النهر ۽ طبرستان ۽ جرجان ۽ فارس ۽ ڪرمان ۽ هندستان جا ڪي ڀاڱا ۽ عراق ۽ جزيره ۽ بحرين ۽ يمامه ۽ يمن ۽ مغرب جي سرحد اهي سڀ نوشيروان جي هٿ ۾ آيا. حڪومت هلائڻ لاءِ قاعدا قانون جوڙيائين ۽ ڍل اوڳاڙڻ جا به قانون ڪيائين، جنهن موجب پيدائش جو اڌ يا ٽين پتي يا چوٿين پتي يا پنجين پتي يا ڏهين پتي وٺڻ ۾ ٿي آئي. يهودين ۽ نصارن تي جزيو مقرر ڪيائين. جي ماٺهو عمر ۾ ويهن ورهن کان گهٽ ۽ پنجاهن کان مٿي هئا، تنکي سرڪاري تڪليف کان معافي ڏنائين. هڪڙو عملدار سپاهين جي هٿيارن ۽ جنگ جي سامان جي سنڀال ۽ موجودي لاءِ مقرر ڪيائين. آس پاس وارن بادشاهن جيڪي عجيب غريب تحفا ۽ جواهر وغيره موڪليا، تنجي هڪڙي وڏي يادداشت ۽ انهنجو مفصّل بيان ڪتابن ۾ ڏنل آهي. خضاب يا ڪيس، وارن ڪارن ڪرڻ جو، انهي وقت هندستان مان ايران ۾ آيو. مدائن ۾ نوشيروان هڪڙو طاق يعني ڪمان جو ڏائي، جا ڪتابن ۾ مشهور آهي. نوشيروان جي زماني جي سيڪان جڳي

۽ وڏي ڳالهه اها ٿي ته حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم جن سنڌس وقت ۾ ڄاوا. جون ٿا انهي وقت اهڙو عجيب اتفاق ٿيو، جو حضرت جن جي ڄمڻ واري ڏينهن اُتي جا آتشخانا، جي ڇهن هزارن ورهن کان ساندہ ٻرندا ٿي آيا، سي اُجهامي ويا ۽ بادشاهه جي مدائن واري محلات جا ٻارهن ڪُنگرا ڪري پيا، جنهنمان ڪاهنن ۽ موبدن بادشاهيءَ جي لاءِ بدشگوني معلوم ڪئي.

هن بادشاهه جي ڏينهن ۾ ايران جي اتر ۽ الهندي جي حد جيحون نديءَ تائين ٿي ۽ اڀرندي جي حد سنڌو نديءَ تائين ۽ الهندي جي حد روم جي سمنڊ تائين ٿي. شام ۽ يهوديه ۽ عربستان جا پاڱا به سندس هٿ ۾ رهيا. مٿي اشارو ڏنو ويو آهي ته هن پنهنجي ساري بادشاهت جا چار وڏا پاڱا ڪيا ۽ هرهڪ ۾ پنهنجو نائب رکيائين. اهي پاڱا هي آهن: هڪڙو خراسان ۽ سجستان ۽ ڪرمان، ٻيو اصفهان ۽ گيلان ۽ آذربائيجان ۽ ارمنيه، ٽيون فارس ۽ اهواز، ۽ چوٿون عراق، روم جي سرحد تائين.

نوشيروان جي عدل جون ڳالهيون ۽ سندس وزير بوزرجمهر جي ڏاهپ ۽ حڪمت جون ڳالهيون ڪتابن ۾ تمام گهڻيون ڏنل آهن، جي هتي ڏيئي نٿيون سگهجن. چون ٿا ته بادشاهه نوشيروان هڪڙو خواب لڌو هو ته سندس

تخت جي اڳيان هڪڙو وڻ ڄائو، جو ڪيس گھڻو پسند آيو. انهي جي هيٺان ويهي شراب پيڻ لڳو تہ اوچتو هڪڙو سؤئر پيدا ٿيو، جو سندس هٿ مان شراب جو پيالو ڇڪي هليو ويو. تعبير پڇيائين تہ ڪوئي ڪو نہ ٻڌائي سگهيو. هندستان ڏي ماڻهو موڪليائين، جو بزرجمهر حڪيم کي وٺي آيو، جنهن اڳي بادشاهہ جي خواب جو تعبير ڪيو؛ اُنجي حڪم موجب هڪڙو مرد غلام سندن زنانخانيءَ زناني پوشاڪ ۾ هٿ آيو، جنهنجو سندس ڪنهن پانهيءَ سان واسطو هو. آخر انهن ٻنهي کي مارائي ڇڏيائين. تنهنڪان پوءِ انهي حڪيم کي ڏاهپ جي ڪري پنهنجو وزير؛ صلاحڪار ڪري رکيائين. انهي جي ڪوشش سان حڪيم بيدپائي هند ۾ وڃي نصيحتن جو ڪتاب پنچ تنتر، جنهنمان هت اُپديش جو ڪتاب لکيو ويو، سو آندو؛ انهيجو پهلوي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيو. شطرنج جي راند جو پيدا ڪندڙ بہ اهو بزرجمهر هو.

نوشيروان خمير جي بادشاهہ سيف ابن زويزن جي عرض ڪرڻ تي هنکي مدد ڏئي دماجي دشمن ابراهيم بن مسروق کي شڪست ڏني، جو اصحاب فيل واري ابرهہ جي اولاد مان هو. روم جي قيصر سان وري بہ جنگ شروع ٿيائين، پر انهي جي فيصل ٿيڻ کان اڳ ئي مري ويو.

# هرمز بن نوشيروان.

نوشيروان جي مرڻ تي سندس پٽ هرمز تخت تي
ويٺو. هنکي سندس پيءُ تمام چڱي تعليم ڏني هئي، ۽
انهي سان ايترو پيار هوس، جو انهي کي پنهنجو وليعهد بہ
ڪيائين. شروعات ۾ بادشاهي چڱي طرح هلائين، پر پوءِ
ظالم ۽ بد طبيعت ٿي پيو ۽ خسيس ۽ شرير ماڻهن جي
جوڙ تي لڳو. سڌرن ماڻهن ۽ اشرافن ۽ عالمن کي مارڻ
لڳو. پيءُ جي ڏينهن جا عملدار ۽ قاضي ۽ ٻيا عهديدار
موقوف ڪري ڇڏيائين. تنهنڪري ملڪ جي گهڻن
ڀاڱن ۾ فساد پيدا ٿيا. هڪڙي پاسي کان روم جو قيصر
ارڙهن هزارن ماڻهن سان ڪاهي آيو، ۽ جيڪو سندس
ملڪ نوشيروان ورتو هو، سو موٽي وٺڻ گهريائين. ٻئي
پاسي کان چرڪس جو بادشاهہ دربند کان لنگهي
آذربائيجان جي وچ تائين اچي نڪتو ۽ آرمينيا کي ڦرڻ
لٽڻ لڳو. هوڏي ورئي عباس ۽ عمر عرب مان فرات تائين
آيا ۽ ڦرمار ڪرڻ لڳا. چين ۽ ترڪستان جي خاقان
جو پٽ، جو هرمز جو چاچو هو ۽ هاڻ پاڻ خاقان هو، سو پڻ
ڇهن لکن ماڻهن سان جيحون ندي لنگهي هرات ۽
بادغيس ۾ اچي لٿو ۽ هرمز ڏي پيغام موڪليائين تہ
منکي روم تي ڪاهي وڃڻو آهي ۽ تنهنجي ملڪ مان
لنگهندس، سو رستا ۽ پليون ٺهرائي ڇڏ. هرمز ڏاڍو تنگ،

آيو. اميرن ۽ وزيرن کي سڏي ساڻن صلاح ڪيائين.
سڀني صلاح ڪئي ته ٻهرين چين جي خاقان کي منهن
ڏيڻ گهرجي، ۽ انهيءَ ڪم لاءِ **بهرام** چوبين جو نالو
ڏنائون، جو نوشيروان جي زماني کان وٺي آرمينيه ۽
آذربائيجان جو حاڪم هو ۽ عجم جي پهلوانن مان هڪڙو
هو. انموجب هرمز انهيءَ کي سڏايو ۽ حڪم ڏنائينس ته
جيترو لشڪر وٺيس اوترو گڏ ڪري چين جي خاقان
جي پٽ سان وڃي وڙهي، جنهن جو نالو **ساوه شاهه**
هو. بهرام ٻارهن هزار ماڻهو چاليهن ۽ پنجاهن جي وچ
واري عمر جا چونڊي گڏ ڪيا ۽ موڏي ساوه شاهه سان
ٽي لک ماڻهو هئا. جڏهن بهرام خراسان ۾ پهتو، تڏهن
ساوه شاهه هنڏي پيغام ۽ سوکڙيون موڪليون ۽ هنکي پنهنجو
ڪرڻ گهريائين، پر هن ڪو به خيال ڪو نه ڏنو. آخر
جنگ لڳي، جنهن ۾ ساوه شاهه بهرام جي تير لڳڻ سان
مري ويو. هنجي مرڻ تي سندس پٽ بهرام سان وڙهڻ
لڳو ۽ هنسان مردانو ٿي وڙهيو، پر نيٺ گرفتار ٿي پيو ۽
بهرام انهيءَ کي ٻن ٽن لکن اٺن جي بار جيترو خزانو ۽ مال
متاع، جو ترڪن جي لشڪر ۽ ڦرلٽ سان گڏ ڪيو
هئائين، تنهن سميت مدائن ڏي ڏياري موڪليو. هرمز
ڏاڍو خوش ٿيو ۽ بهرام جي گهڻي تعريف ڪيائين.
سندس وزير **يزدان بخش**، جو بهرام جي برخلاف هو،

تنھن جيوتڻ ھن ڪا پتي بہ ڪا نہ موڪلي آھي، ساري ڏاند ماں ڪن جيترو بہ ڪين موڪليو اٿس. تنھنتي ھرمز بھرام تي ڪاوڙجي ھنڪي ڪي موقوف ڪرڻ جو حڪم بہ ۽ ھڪڙو زنجير بہ ڏياري موڪليو. جڏھن بھرام کي ھيتري بھادريءَ جو اھو انعام مليو، تڏھن زنجير پنھنجي گردن ۾ وڌائين ۽ حڪم موجب لشڪر وزير جي حوالي ڪيائين. لشڪر جا سپاھي ۽ سردار حيران ٿي ويا. سڀني بھرام کي پنھنجو سردار ۽ بادشاھ ڪري مڃيو ۽ ھرمز تي ڪاھي ھليا. بھرام ٽالي جي لاءِ ٺڳي ڪري ھرمز جي پٽ **خسرو پرويز** کي بادشاھ چوايو ۽ سڪو بہ انھي جو ٽالي جو ھٽايائين ۽ ملڪن ۾ بہ ائين مشھور ڪيائين. انھي ڪري ھرمز کي پنھنجي پٽ خسرو ۾ بہ بدگماني پيدا ٿي ۽ خسرو پاڻ بہ پيءُ کان ڊڄندڙ ٿيو ۽ انھي ڪري ارمنيہ ۽ آذربائيجان ڏي ڀڄي ويو. ھرمز خسرو جي چاچن **پندويہ** ۽ **بسطام** کي ڪٽي قيد ۾ وڌو، جو سمجھيائين تہ اھي بہ ھنسان مخصوبي ۾ شامل آھن. پر اھي تجويز ڪري قيدخاني مان نڪري ڪي مٺو گڏ ڪري ھرمز کي پڪڙي، انھي جون اکيون ڪيئي ھنڪي انڌو ڪري چڏيائون. جڏھن اھا خبر خسرو پرويز کي پھتي، تڏھن پڪيءَ وانگي اڏامي مدائن ۾ آيو ۽

چٽ مٿي تي رکي ٻيءَ سان غدر خواهي ڪيائين ۽ هن
کي يقين ڏنائين تہ منهنجو انهي خرابيءَ ۾ ڪو بہ هٿ
يا واسطو ڪو نہ هو، ۽ ٻيءَ جي جوڙ موجب انجام
ڪيائين تہ جنهن اهڙو ظلم ڪيو آهي تنهن کان وير
وٺندس، مگر پهرين بهرام چوبين کان پنهنجي جند
ڇڏائيندس.

جڏهن هرمز جي اندي ٿيڻ جي خبر بهرام کي پهتي،
تڏهن هن پڪو ارادو ڪيو تہ خسرو پرويز کي دفع ڪري.
تنهنڪري هن سان وڙهڻ لاءِ سنبريو، ۽ خسرو بہ لشڪر
سنبرائي سامهون ٿيڻ لاءِ آيس. نهروان نديءَ جي ڪناري
تي جنگ لڳي. خسرو پنهنجي لشڪر جو غدر ٻهانو
ڪري پوءِ مدائن هليو آيو ۽ هرمز جي صلاح سان روم
ڏي مدد جي لاءِ هليو ويو. رستي ۾ بندوي ۽ بسطام
صلاح ڏنيس تہ پهرين موٽي هرمز کي پورو ڪجي.
خسرو گهڻوئي منع ڪئي، پر هو نہ رهيا. آخر موٽي پيا
۽ پهرين هرمز کي ماري پوءِ موٽي اچي خسرو سان گڏيا
۽ تکڙو تکڙو هلڻ لڳا. وات تي هڪڙي مڙهيءَ ۾
ساهي کڻڻ لاءِ ترسي پيا تہ ايتري ۾ بهرام جي لشڪر
اچي منهن ڪڍيو، جو سندن پٺيان پيل هو. بندوي
هيئن ڪيو، جو خسرو جا ڪپڙا ڍڪي جاءِ جي ڇت
تي وڃي چڙهي ويٺو ۽ خسرو کي روم ڏي روانو ڪري

چڏ يائين. بهرام جا ماڻهو پروير کي خسرو سمجهي مڙهيءَ کي گهيرو ڪري ويهي رهيا. ڪجهه وقت کان پوءِ پروير هيٺ لهي ورتي پنهنجا ڪپڙا ڏڪي چت تي چڙهي بهرام جي ماڻهن کي چوڻ لڳو تہ خسرو تو چوي تہ آءٌ ٿڪجي پيو آهيان، منکي هڪڙو ڏينهن آرام ڪرڻ ڏيو، پوءِ جيئن او هين چوندؤ تيئن ڪندس. انهي عذر تي تي ڏينهن لڳائي پوءِ نيٺ سچي ڳالهہ ظاهر ڪيائون. تنهن تي بهرام جا ماڻهو پروير کي قيد ڪري بهرام وٽ وٺي آيا، جنهن قيد ۾ وجهائي ڇڏ يس. خسرو پرويز مڙهيءَ کان نڪري لڪندو پڇندو رُوم ڏي روانو ٿيو. قيصر هن کي گهڻي عزت ڏني ۽ نهايت گهڻا تحفا ڏنائينس ۽ آخر پنهنجي ڌيءُ مريم سان هن جي شادي ڪيائين. انهي طرح خسرو ارڙهن مهينا روم ۾ رهجي پيو. انهي کان پوءِ خسرو کي مدد ڏيڻ لاءِ قيصر پنهنجي پٽ **بناطوس** کي سٺر هزار لشڪر ۽ ڏهہ بهادر پهلوان ساڻ ڏئي روانو ڪيو. خسرو وڏي شان شوڪت سان آذربائجان ۾ آيو. پروير جو بهرام جي قيد مان ڀڄي نڪتو هو، سو بہ اچي ساڻس گڏيو. هي خبرون پڌي بهرام چوبين بي آرام ٿيڻ لڳو ۽ هڪڙو وڏو لشڪر وٺي خسرو سان جنگ ڪرڻ لاءِ نڪتو. ٻنهي طرف اچي گڏيا ۽ جنگ ٿي.

پڻهي بهادري ڏيکاري. آخر ايراني خسرو کي ڏسي سندس طرف آيا ۽ بهرام ڀڄي ترڪستان ڏي ويو، جتي ڪنهن زهر ڏئي ماري ڇڏيس. هرمز جي بادشاهي ٻارهن ورهه هلي.

## خسرو پرويز بن هرمز.

پرويز لفظ جي معنيٰ فتحمند يا پيارو لکيو اٿن. ايران جي بادشاهن مان هو حشمت ۽ هيبت ۽ عقلمندي ۽ گهڻي لشڪر ۽ خزاني ۽ ملڪن جي آباديءَ ۽ انتظام ڪري مشهور آهي. جڏهن بهرام کي شڪست ڏئي ايران جي تخت تي ويٺو، تڏهن رومين کي تمام گهڻو انعام ڏئي موٽايائين. پوءِ ملڪرانيءَ جو تمام جڳهو بندوبست ڪيائين. پنهنجي پيءُ جي وصيت موجب هن پنهنجن چاچن بندويه ۽ بسطام کي مارائي ڇڏيو. جڏهن هن چوڏهن ورهه بادشاهي ڪئي، تڏهن رومي پنهنجي شهنشاهه قيصر کان ڦري فساد ڪرڻ لڳا ۽ سندس پٽ بناطوس کي ڪهي ڇڏيائون. هن جو پيو پٽ ڀڄي خسرو وٽ آيو. خسرو هڪڙو وڏو لشڪر تيار ڪري پنهنجن ٽن سردارن سان روم ۽ شام ڏي مدد لاءِ موڪليو، جن فلسطين ۽ بيت المقدس وجهي ورتو ۽ اتي جي ماڻهن کي قيد ڪيو. حضرت عيسيٰ واري صليب، جا سوني صندوق ۾ زمين منجهه پوريل هئي، سا

ڪيائي ھٿ ڪيائون ۽ خسرو ڏي ڏياري موڪليائون.
اسڪندريه ۽ نوبيه به وجهي ورتائون ۽ قسطنطنيه تائين
وڃي نڪتا ۽ انهي وچ ۾ جيڪو ملڪ هو، سو ڦري چٽ
ڪري ڇڏيائون. انهي هوندي به روم ۾ قيصر
جي پٽ ڪي پنهنجي مٿان پادشاه ڪرڻ نٿي گهريو.
هڪڙي شخص **هرقل** نالي کي پادشاه ڪيو هئائون.
اُهو عدل انصاف ۽ خدا ترسيءَ وارو هو. ايرانين جيڪا
ملڪ ۾ خرابي ڪئي هئي، تنهنجي ڪري هنکي ڏاڍو
ارمان ٿيو ۽ خدا کان دعا گهرڻ لڳو ته ملڪ مان اها آفت
ٽار. چون ٿا ته هڪڙي رات خواب ۾ ڏٺائين ته هڪڙي
بزرگ کيس چيو ته تون وڃي خسرو سان وڙهه، ۽ ڦٽهي
فتح ڪندين ۽ هيٺئين به ڏٺائين ته خسرو کي زنجير
وجهي وٽس وٺي آيا آهن. انهي خواب تي همٿائجي
لشڪر وٺي قسطنطنيه کان نصيبين ۾ آيو. خسرو
هڪڙي سپه سالار کي ٻارهن هزارن ماڻهن سان جنگ لاءِ
موڪليو. جيڪا جنگ لڳي، تنهن ۾ هرقل ايرانين
جا ڇه هزار ماڻهو ماري ڇڏيا. اهائي جنگ هئي، جنهنجو
اشارو قرآن جي هن آيت ۾ آهي - الم غُلِبَت الرّوم
في ادني الارض وهم بعد غلبهم سيغلبون في بضع سنين.
آخر باقي بچيل خسرو جو لشڪر شڪست کائي ڀڳو ۽ اچي
مدائن کان نڪتو. اُنهيکي خسرو کٽي قيد ڪيو. انهي

کان پوءِ هو ظلم زبردستي ۽ ڪنجوسي ڪرڻ لڳو ۽
پيا اجايا ڪم ڪيائين، جنڪري ماڻهو منجهانس ناراض
ٿيڻ لڳا. نجوميءَ پڌايو هوس ته تنهنجي پٽن مان
هڪڙي کي اهڙو پٽ ڄمندو، جنهنجي هٿان ملڪ
کسجي ڌارين جي هٿ ايندو. انهي ڪري هن
بندوبست ڪيو ته سندس پٽ پنهنجن زالن سان
نه گڏجن، جيئن فرعون حضرت موسيٰ جي ڄمڻ
جي خبر پئي خدائي حڪم ٽارڻ لاءِ بندوبست ڪيو هو.
عرب جي پاسي نعمان بن منذر کي مارائي انهي جي جاءِ
تي **اياس بن قبيصه** طائي رکيائين، جو هن سندس روم
۾ مهم وارن ڏينهن ۾ سندس خدمت چاڪري ڪئي
هئي. هن جي اهڙن ڪمن ڪري وزيرن ۽ اميرن ۽
ٻين ماڻهن پڌي ڪري هن کي تخت تان لاهي ڇڏيو
۽ پٽس قباد کي ڪڍي وهاريائون، جو **شيرويه** جي نالي
سان مشهور آهي. خسرو پرويز کي پڪڙي هڪڙي سپه
سالار جي گهر ۾ قيد ڪري رکيائون ۽ پنج سؤ سپاهي
مٿس پهري ڏيڻ لاءِ رکيائون. هن جي بادشاهي اٺٽيهه
ورهه هلي. هن کي سندس پٽ شيرويه قيد ۾ ماري ڇڏيو.
اهو ڇائون هجري سال هو. حضرت محمد صلعم اسلام
جي دين جي دعوت جو ڪاغذ خسرو پرويز ڏي ڏياري
موڪليو هو. پر خسرو ڪاوڙ کان قاصد کي بي آبرو

ڪيو ۽ خط ڦاڙي ڇڏيو. جڏهن اها خبر حضرت جنڪي ڏنائون، تڏهن پاڻ فرمايائون ته هن اسانجو خط نه ڦاڙيو آهي، پر پنهنجو پيٽ ڦاڙيو آهي. آخر خبر آئي ته انهيءَ ڏينهن شيرويه خنجر سان پنهنجي پيءُ خسرو جو پيٽ ڦاڙي هنکي ماري ڇڏيو.

هي اهو خسرو پرويز آهي، جنهنجي ماءُ روم جي قيصر جي ڌيءُ هئي ۽ جنهنجي **شيرين** سان محبت هئي ۽ انهي سان پرڻيو ۽ **فرهاد** سنگتراش به انهيءَ شيرين تي عاشق هو ۽ انهنجو قصو شعر ۾ مشهور آهي. لکيل آهي ته شيرين پهرين هڪڙي ايراني اميروٽ نوڪرياڻي هئي. خسرو جوانيءَ جي ڏينهن ۾ اڪثر انهي اميرجي گهر ۾ ايندو ويندو هو ۽ انهي سان چرچا گهڻا ڪندو هو، جنهنڪري اهو امير هنکي منع ڪندو هو. خسرو شيرين کي پنهنجي مندي به ڏئي ڇڏي هئي. اها خبر پڌي انهي امير ڪاوڙ جي پنهنجي ڪنهن نوڪر کي حڪم ڏنو ته شيرين کي وڃي فرات نديءَ ۾ اڇلائي ته پڌي پوي. رستي ۾ شيرين انهي ماڻهوءَ کي گهڻيون آزيون نيازيون ڪيون. هن چيو ته آءٌ پنهنجي ڌڻيءَ جي حڪم جي برخلاف ڪين هلندس، مگر توکي اهڙي هنڌ اڇلائيندس، جتان شايد تون صحيح سلامت نڪري ايندينءَ. اموجب هو شيرين کي هڪڙي هنڌ اڇلائي هليو ويو.

شيرين مٿا هٿي پاھر نڪتي ۽ هڪڙي راهب جي مڙهيءَ
۾ وئي ۽ چوڻ لڳي ته آءٌ تنهنجي خدمت چاڪري
ڪنديس ۽ پاڻ خدا کي سونپيو اٿم ۽ هن مڙهيءَ ۾
رهنديس. پوءِ گهڻو عرصو اتي رهي. هڪڙي پيري
خسرو پرويز جي بادشاهيءَ وقت ڪو ايراني لشڪر انهي
مڙهيءَ وٽان اچي لنگهيو. انهيءَ مان هڪڙي سپاهيءَ کي
شيرين چيو ته جڏهن اوهين وطن وڃو، تڏهن پنهنجي بادشاهه
کي چئجو ته تنهنجي پاڻهي شيرين توکي ياد ٿي ڪيو،
فلاڻي مڙهيءَ ۾ ٿي رهي ۽ هيءَ منڊي نشاني ڏني اٿس.
انهي سپاهيءَ اهو پيغام خسرو کي رسايو ۽ اها منڊي به
ڏنائينس. تنهن تي خسرو ڪيترين پاڻهين ۽ پيا
ماڻهو موڪليا، جن شيرين کي ڏاڍي تجمل سان وٺي
آندو. هوءَ نهايت خوبصورت هئي ۽ خسرو جي ساڻس
گهڻي محبت هئي. خسرو جو پٽ شيرويہ به مٿس عاشق
هو، ۽ جڏهن پيءُ کي ماري پاڻ بادشاهه ٿيو، تڏهن شيرين
سان شادي ڪيائين. اهو مٿيون شيرين جو احوال
شاهنامي ۽ تاريخ طبريءَ ۾ ٻي طرح ڏنل آهي. ڪن
وري لکيو آهي ته جڏهن شيرويہ شيرين کي ساڻس
شادي ڪرڻ لاءِ زور ڪيو، تڏهن هنکي چيائين ته پهرين
خسرو پرويز جي قبر کوليو ته آءٌ انهيءَ ڏسان ۽ انهيءَ

اطلاع ڏيان. پوءِ قبر ۾ رهجي زهر کائي پاڻکي اُتي ئي
ماري ڇڏيائين.

خسرو جي نسبت ۾ ڪتابن ۾ عجيب غريب ڳالهيون
لکيل آهن. هن وٽ هڪڙو عجيب تخت هو، جنهنکي
**طاقديس** سڏيندا هئا. اهو تمام مٿانهون هو ۽ انهي
جي جوڙڻ ۾ ٻه ورهه لڳا هئا. سوا سؤ ڪاريگر پنهنجن
شاگردن ۽ مزورن سان ڪم ڪندا هئا. انهي ۾ لڪين سونيون
روپيون ڪاليون لڳل هيون ۽ قيمتي جواهر جڙيل هئا
۽ انهي تي ٻارهن برجن ۽ ستن تارن جون
شڪليون نڪتل هيون. هن وٽ هڪ سؤ
خزانا هئا، هرهڪ جو جدا جدا نالو هو. هڪڙي جو نالو
**گنج بادآورد** هو، جنهن ۾ روم جي بادشاهه جي خزاني
جون ٻيڙيون واءُ لڳڻ ڪري ڏکجي آيون هيون، تن
مان خزانو ڪڍي اُتي رکايو ويو هو. خسرو جي
محلسرا ۾ ٻارهن هزار خوبصورت زالون هوندديون هيون.
سندس گهوڙو **شبديز** ڪتابن ۾ مشهور آهي.

## قباد (شيرويه) بن خسرو پرويز.

جڏهن خسرو جو ظلم حد کان لنگهيو، تڏهن اميرن
وزيرن شيرويه کي بادشاه ڪيو؛ مگر مٿس زور رکيائون
تہ هن کي مارڻ جي اجازت ڏئي. آخر هن ڏني؛ ۽
جنهنکي مارڻ لاءِ ٿي جيائون، سو نٿي ويو. نيٺ هڪڙو

شخص **مردان شاھ** نالي، جنھن جي پيءُ کي خسرو ماريو ھو، تنھن ھن کي مارڻ جو ڏمو کنيو. آخر ھنکي ماري شيرويہ کي اچي اطلاع ڏنائين. بادشاھ ڏاڍو غمگين ٿيو ۽ ماتم ڪندو پيءُ جي تابوت سان ويو. جڏھن انھي کي دفن ڪري موٽيو، تڏھن انھي کي قتل ڪرائي ڇڏيائين. جون ڦا تہ شيرويہ کي پنڌ رھڻ پائر ھئا، تن سڀني کي ھن پنھنجي وزير **فيروز** جي صلاح سان مارائي ڇڏيو. سگھوئي پوءِ ايران ۾ طاعون جو مرض اچي پيدا ٿيو ۽ بيشمار ماڻھو مري ويا. شيرويہ کي ٻہ ڀينر ھيون: **پُوران دُخت ۽ آزرمي دخت.** تن ھنکي چيو تہ تو ملڪ ۽ تخت جي طمع تي پنهنجي پيءُ کي ۽ ڀائن کي ماريو، تنھنڪري خدا تعالي ھيءَ آفت ھن ملڪ تي موڪلي. شيرويہ ڏاڍو رنو ۽ چٽ پٽ تي اُڇلائي ڇڏيائين ۽ پوءِ بيمار ٿي پيو. آخر ڇھن مھينن مري ويو. ڪن جو لکڻ آھي تہ شيرويہ کي ھڪڙي شخص شيروئي نالي ماري وڌو.

## اردشير بن شيرويہ.

شيرويہ کان پوءِ سندس پٽ اردشير ستن ورھن جي عمر ۾ تخت تي ويٺو. ھڪڙو امير **شھريار** نالي، جو شاھي خاندان مان ھو ۽ سرحد جي حڪومت ھلائيندڙ، تنھن کي جڙ لڳي تہ جو مونسان صلاح ڪرڻ کان

سواءِ اردشير کي تخت تي وهاريائون، سو لشڪر وٺي مدائن
تي ڪاهي آيو ۽ اردشير کي ماري ڇڏيائين ۽ ڪن ٻين
اميرن کي به، انهيءَ عذر تي ته هنن شيرويه جي مارڻ ۾
مدد ڪئي هئي. جڏهن خسرو جي نسل مان ٻيو ڪو
شاهزادو ڪو نه هو، تڏهن شهريار پاڻ تخت تي ويٺو.
اردشير جي بادشاهي پنج مهينا ۽ ڪي ٿا چون ته ڇهه
مهينا هلي. ڪي ٿا چون ته اردشير جو ماريندڙ
فيروز بن خسرو هو.

## شهريار يا فرائين.

شهريار کي شهريراز ۽ فرائين به چوندا هئا ۽ شاهنامي
۾ اُنجو نالو گُراز ڏنل آهي. هن پاڻ کي زور ڪري
بادشاهه ڪيو، تنهنڪري ماڻهو ۽ سپاهي منجهانس ناراض
ٿيا. اصطخر جي سپاهين مان ٽن ڄڻن هنکي مارڻ جو ٺهراءُ
ڪيو. هڪڙي ڏينهن هو گهوڙي تي چڙهيو ٿي ويو ته هنن
نيزو هڻي زين تان ڪيرائي رکيس. هو چاليهه ڏينهن ۽
ڪن جي چوڻ موجب ويهه ڏينهن مس تخت تي رهيو.
هڪ تاريخ ۾ آهي ته هڪ ورهه کان پوءِ ماڻهن مٿس
هجوم ڪري ماري وڌس ۽ خسرو پرويز جو پٽ
**جوان شير**، جو بهرام چوبين جي پيٽ مان هوس، تنهن
کي تخت تي وهاريائون. هڪڙي ورهه کان پوءِ اُهو
به مري ويو. انهيءَ جي مرڻ کان پوءِ شاهي خاندان مان

ڪو به مرد ماڻهو ڪو نه رهيو، سواءِ شيرويه جي ٻن
ڀيڻن جي، جن مان ٻئي وڏيءَ کي تخت تي ويهاريائون،
جنهن جو نالو پوران دخت هو.

## پوُران دُخت بنت خسرو پرويز.

هيءَ شاهزادي عقل واري ۽ انصاف پسند هئي.
گهڻيون ڀليون ۽ عمارتون ٺهرايائين. شهريار جي مارينديڙن
مان هڪڙي کي پنهنجو وزير ڪيائين. جيڪو صليب
خسرو جي ڏينهن ۾ آندو هئائون، اهو روم جي قيصر
تي احسان ڪرڻ جي ارادي سان هن ڏي موٽائي
موڪليائين ۽ اهو تاڪيد ڪيائين ته شهريار جا جيڪي
رفيق انهي پاسي هجن، تنکي قتل ڪرائي ڇڏي. فيروز بن
خسرو، جنهن اردشير کي ماريو هو تنهنکي پڪڙائي،
گهوڙي جي پڇ سان ٻڌائي، انهي کي ڊوڙائي هنکي
مارايائين. هوءَ ڇهن مهينن جي بادشاهيءَ کان پوءِ مري
وئي. ڪي هڪ ورهه ۽ چار مهينا هنجي بادشاهي
ٿا ڏيکارين.

## فيروز يا چشينده.

هو خسرو پرويز جي پراڻهن سؤ تن مان هو ۽ شاهزادي
پوران دخت جو ملازم هو. نالو فيروز هوس ۽ چشينده
لقب هوس. مٿو تمام وڏو هوندو هوس. جڏهن چٽ
مٿي تي رکيائونس، تڏهن اُهو سوڙهو ٿي پيس. انهيڪري

اها هنڌجي نسبت ۾ بدشگوني سمجهي وئي ۽ هڪڙ م
اهو چئن خسرو بن قباد بن نوشيروان تي رکيائون. پر
ڪنهنجو لکڻ آهي ته فيروز ٿورا ڏينهن بادشاهي ڪري
پوء مري ويو.

## آزرمي دُخت بنت خسرو پرويز.

هوء خسرو پرويزجي ڌيُ هئي ۽ پوران دخت جي
ننڍي ڀيڻ هئي. تمام خوبصورت هئي. هوء ڏاڍي
عقل ۽ همت واري هئي. وزيرڪونه رکيائين ۽ پنهنجي
سر بادشاهي هلائڻ جو ارادو ڪيائين. **فرّخ زاد**، جو
خسرو پرويزجي وقت کان وٺي خراسان جو حاڪم رهندو
آيو، سو پنهنجي پٽ **رستم** کي پنهنجي جاء تي وهاري
پاڻ مدائن ۾ آيو ۽ هن شاهزاديء کي ڏسي مٿس عاشق ٿي
پيو ۽ شاديء جي لاء کيس درخواست ڪيائين. هن
جواب ڏنو ته جا شاهزادي بادشاهي ڪري، تنهنکي شادي
ڪرڻ عيب آهي، ليڪن جي توکي سچي پچي مونسان
محبت آهي ته فلاڻيء رات منهنجي محلات ۾ اچج
ته پوء ڏسنداسين. دربان کي حڪم ڏنائين ته جڏهن
فرح زاد اچي، تڏهن مونکي پڌائجئين. جڏهن اها رات
آئي، تڏهن فرخ زاد حمام ۾ وهنجي سهڻاجي عمدا ڪپڙا
ڍڪي ياقوتيون ۽ مفرّح دوائون کائي ۽ پيون ساڻ کڻي
آيو. دربان راڻيء کي اطلاع ڏنو. راڻيء حڪم ڏنو ته

انهي جي سسي لاهي سندس ڏڙ کوٽ جي ٻاهران مٿان اُڇلائي ڇڏيائون. جڏهن ماڻهن اهو ڏنو ۽ ٻچا ڪيائون، تڏهن حقيقت معلوم ٿين. هن جو پٽ رستم اهاڳاهه پڌي لشڪر وٺي مدائن ۾ آيو ۽ شاهزاديءَ سان جنگ ڪيائين، جنهن ۾ شاهزادي مارجي وئي. هنجي باد شاهي چار مهينا هلي.

## ڪسريٰ بن ارد شير.

آزرمي دُخت جي مرڻ کان پوءِ ايران جا امير امرا ڪنهن شاهي خاندان جي ماڻهوءَ ڳولڻ جي پٺيان پيا. پڇا ڪرڻ سان معلوم ٿين ته اهواز جي پاسي ڏي ارد شير بابڪان جي اولاد مان هڪڙو ڪسريٰ نالي آهي. وڃي انهي ويچاري کي وٺي آڻي تخت تي وهاريائون. پر هن ۾ ملڪ هلائڻ جي فضيلت ڪا نه هئي. تنهنڪري رعيت توڙي لشڪر پڻي گهڻو نا اُميد ٿيا ۽ انهي ويچاري کي بيگناهه ماري ڇڏيائون.

## فرّخ زاد بن خسرو.

ڪسريٰ کي ماري ايراني امير وري به ڪنهن شاهي خاندان جي ماڻهوءَ جي ڳولا ڪرڻ لڳا. معلوم ٿين ته خسرو پرويز جي اولاد مان هڪڙو فرخ زاد نالي آهي، جو شيرويه جي ڊپ کان ڀڄي وڃي نصيبين ۾ لڪو آهي. وڃي انهي کي مدائن ۾ وٺي آيا ۽ تخت تي وهاريائونس، هن عدل ۽ انصاف سان حڪم هلائي ماڻهن کي خوش ڪيو.

پرهڪ مهيني کان پوءِ سندس غلامن ان هڪڙي شراب
پرهن کي زهر ڏئي ماري وڌو.

## يزد جرد بن شهر يار.

جن ڏينهن ۾ خسرو پرويز پنهنجن پٽن کي گهرن ۾
وجهڻ کان منع ڪئي هئي ۽ هڪڙي هنڌ بند ڪري
وهاريو هئائين ته متان زالن سان گڏ جن ۽ ڪو پٽ ڄڻين
جنهن کان بادشاهي کسجي ڌارين ۾ وڃي، تن ڏينهن ۾
شاهزادي شهريار بن خسرو هڪڙي ماڻهوءَ کي شيرين ڏي
موڪليو ۽ انهي کي ڪنهن پانهي موڪلڻ لاءِ عرض
ڪيائين. هن هڪڙي اشراف ڇوڪري، جا حجامن
جو ڪم سکيل هئي، تنهنکي مرداني پوشاڪ ۾ شهريار
ڏي موڪليائين ته متان زال سمجهي هنکي اوستائين
وڃڻ نه ڏين. شهريار هنکي پاڻ وٽ رنڪي وهاريو ۽
ساڻس صحبت ڪيائين. آخر اها پيٽ سان ٿي ۽ پار
ڄڻيائين، جو بادشاهه جي حرم ۾ رهي پاڄڻ لڳو. انهيءَ جو
نالو يزدجرد رکيو ويو. جڏهن اهو پنجن ورهن جو ٿيو،
تڏهن هڪڙي ڏينهن خسرو پرويز جي نظر انهي تي پئي.
پڇيائين ته هي ڇوڪر ڪير آهي؟ پڌايائونس ته شهريار
جو پٽ آهي. نجومين خسروکي پڌايو هو ته جنهن ڇوڪر جي
ناحوست ڪري بادشاهي نڪري ويندي، تنهنکي ران تي
هڪڙو ننڍڙو عيب جهڙو داغ هوندو. تنهنڪري خسرو

حڪمرُ نو تہ انهي جوڪر کي أگهاڙو ڪري ڇڏسو. ائين ڪيائون تہ هن جي ران تي داغ نڪتو، تنهنڪري خسرو حڪم ڏنو تہ هن بدبخت کي محلات مان ڪڍي ڇڏيو. پهرين انهيڪي مارايائين تي، پر شيرين جي منٿ تي هنکي معافي ڏنائين؛ ڪڍي ڇڏڻ جو حڪم ڏنائين. شيرين هنکي ڪنهن پاسي روانو ڪري ڇڏيو. خليفي حضرت عمر جي زماني ۾ جڏهن عرب سعد بن وقاص جي سرداريءَ هيٺ ايران جي حد ۾ آيا ۽ غالب ٿيا، تڏهن فرخ زاد مري ويو هو ۽ اميرن يزدجرد کي اصطخر مان مدائن ۾ آڻي تخت تي وهاريو هو ۽ چت سندس مٿي تي رکيو هو. نيٺ عرب ڪاهي مدائن تي آيا. يزدجرد پاڇي عراق عجم ڏي ويو ۽ اُتان خراسان ويو ۽ اُتي جيڪا عربن ۽ ايرانين جي وچ ۾ قادسيہ جي لڙائي لڳي، تنهن ۾ ايرانين شڪست کاڌي ۽ ايران عربن جي هٿ ۾ آيو. يزدجرد مرو جي پاسي پاڇي ويو، جتي هڪڙي جانبدہ ۾ وڃي لڪو، ۽ جانبدہ واري هنکي ماري وڌو. هنجي بادشاهي ويهر ورهہ هلي.

ڪن تاريخن ۾ آهي تہ يزدجرد جي مرڻ جو پڌري هڪڙو بهادر شخص ماهوي سوري ناي، جو جنگين ۾ بہ وڙهيو هو، تنهن ميدان خالي ڏسي پاڻکي بادشاهہ چوايو، پر سقتشي وري پئي هڪڙي بهادر شخص بيژن

ناليءَ نقصان وڏو ۽ گهڻن کي ماريو. مگر سگهوئي پوءِ ايران عربن جي هٿ ۾ آيو.

هاڻي پڇاڙيءَ ۾ اسين مفصّل احوال ڏيندا سين ته ڪيئن عربن جو واسطو پهرين پهرين عجم يا ايران سان ٿيو ۽ ڪيئن انهن عجم فتح ڪيو. مٿي ڏيکاريو ويو آهي ته جڏهن حضرت صلعم جن ڄاوا، تڏهن ڪسريٰ نوشيروان عادل عجم جو بادشاهه هو، ۽ انهيءَ وقت اهڙو عجيب اتفاق ٿيو، جو ايران ۾ زردشتين يا آتش پرستن جا آتشڪدا، جي هزارن ورهين کان ٻرندا آيا، سي اُجهامي ويا ۽ بادشاهه جي محلات جا ڪي ڪُنگرا ڪري پيا، جنهن کي موبدن اها هڪڙي بدشگوني سمجهي. وري جڏهن حضرت جن جي نبوّت وقت آس پاس جي ملڪن جي بادشاهن کي اسلام تي اچڻ جا دعوت ناما موڪليا ويا، تڏهن اهڙو هڪڙو دعوت نامو ايران جي بادشاهه خسرو پرويز ڏي به موڪليو ويو. اهو خط عبدالله بن حذافه خسرو وٽ مدائن ۾ آندو. خط جي مُهڙ ۾ هو ته طرفان محمّد رسول الله جي عجم جي بادشاهه ڏي. انهيءَ عبارت تي ۽ بادشاهه جي ناليءَ کان اڳي محمّد جي ناليءَ هئڻ تي خسرو ڪاوڙيو ۽ انهيءَ کي بي ادبي سمجهيائين، ۽ خط ڦاڙي ڇڏيائين ۽ اچايو سڏايو ڳالهائي عبدالله کي ڪيڏي ڇڏيائين ۽ جواب به ڪونه ڏنائين ۽ هڪدم يمن جي

حاڪم **بادان** ڏي لکيائين تہ پڌرڻ ۾ ٿو اچي تہ حجاز جي پاسي هڪڙو شخص محمد نالي ظاهر ٿيو آهي؛ اهو نبوت جي دعوي ٿو ڪري، تنهنکي پنهنجا ڪي بہ ماڻهو موڪلي قيد ڪري اسانڊي ڏيا ري موڪل. بادان خسرو جو زيردست ۽ نائب هو، تنهن حڪم موجب بہ معتبر ماڻهو بابويہ ۽ خرخره نالي ڏياري موڪليا . اهي پهچائي مديني ۾ ويا. قريشي مشرڪ ابوسفيان ۽ پيا خوش ٿيا تہ عجم جو بادشاهہ ضرور محمد کي سزا ڏيندو. نيٺ اهي حضرت جنوت ويا ۽ يمن جي حاڪم جو ڪاغذ بہ ڏنائون ۽ حڪم جي تعميل ڪرڻ گهريائون ۽ صلاح ڏنائون تہ نافرماني نہ ڪري، متان بادشاهہ زيادهہ ڪاوڙ جي ۽ عربن کي مارائي ۽ ملڪ ويران ڪرائي ڇڏي. حضرت جن کاي هنن کي چيو تہ هيئڻر وڃو، وري سڀاڻي اچجو تہ ويچار ڪري اوهانکي جواب ڏجي. هو ويا، پر حضرت جن جي دهشت جو اثر هنن جي دلين تي تازو هو. ٻئي ڏينهن جڏهن جواب لاءِ ويا، تڏهن حضرت جن هنن کي چيو تہ پنهنجي حاڪم بادان کي چئو تہ منهنجي خدا اڄ رات ڪسري کي ماري ڇڏيو ۽ سندس پٽ هنجو پيٽ ڦاڙي ڇڏيو، جيئن هن اسانجو خط ڦاڙي ڇڏيو ۽ انهيءَ جي بادشاهت بہ انهي طرح ٽڪر ٽڪر ڪري ڏيندو. پوءِ دستور موجب انهن ماڻهن کي انعام

ڏئي روانو ڪيائون. سگهوئي يمن جي حاڪم کي اها حقيقت معلوم ٿي. اها اڳاري جي رات هئي ۽ ستين هجري سن جي جمادي الاول مهيني جي ڏهين تاريخ هئي. سگهوئي شيرويه جو حڪم بادان کي آيو ته اسين بادشاهيءَ تي ويٺا آهيون؛ جيسين ٻيو حڪم اچي، تيسين انهي نبوت جي دعوي ڪندڙ جو نالو نه وٺجئين. پوءِ ته اهي يمن جا ماڻهو ۽ ٻيا گهڻا اسلام تي آيا.

حضرت جن جي وفات کان پوءِ خليفي حضرت ابابڪر جي ڏينهن ۾ روم جو ملڪ ورتو ويو ۽ قيصر شڪست کاڌي. **خالد بن وليد** اهي سڀ بهادريءَ جا ڪم ڪيا. جڏهن حضرت ابا بڪر جي وفات کان پوءِ حضرت عمر خليفو ٿيو، تڏهن انهي خالد بن وليد کي موقوف ڪري **ابو عبيده جراح** کي انهي جي جاءِ تي مقرر ڪيو ۽ جنگين ڪرڻ ۽ ملڪ وٺڻ لاءِ حڪم لکيائين ۽ خالد کي انهي جي زيردستيءَ ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ چيائين. پوءِ عربن دمشق ۽ بعلبڪ ۽ حمص ۽ ٻيا شام ولايت جا شهر فتح ڪيا، جي ٻڻ روم جي قبضي ۾ هئا. آخر يرموڪ جي جنگ ۾ قيصر **هرقل** شڪست کاڌي. حضرت عمر پاڻ شام ۾ آيو ۽ **مثني بن حارثه شيباني**، جو اڳي به حضرت ابابڪر جي خلافت وقت فارس جي ماڻهن سان وڙهيو هو، تنهن کي مقرر ڪيائين ته

عرب واري لشڪر جي مدد سان عجم وجي فتح ڪري
۽ ابو عبيده جي هيٺان رهي. ايران جي بادشاه **يزدجرد**
عربن سان وڙهڻ لاءِ پنهنجو سپہ سالار **رستم بن فرخ زاد**
مقرر ڪيو هو ۽ انهي **جابان** کي سرحد جي بچاءَ لاءِ
موڪليو، پر عربن انهي کي شڪست ڏئي قيد ڪيو
۽ هو مسلمان ٿي پيو. هيءَ خبر پڌي رستم **جالينوس**
سردار کي وڏي لشڪر سان موڪليو. ابو عبيده انهي
کي به پڇائي ڪڍيو. وري مهران ۽ مردانشاهہ ۽ بهمن
سخبري وڙهڻ لاءِ آيا. انهن سان هڪڙو اچو هاٿي به هو،
جنهن تي سردار چڙهيل هئا. هاٿيءَ گهڻن کي ماريو، اگرچہ
ڏکن سان سونڊ به وڍي پيس. انهيءَ لڙائي ۾
ابو عبيده مارجي ويو هو جو انهي کي هاٿيءَ چپي وڌو. تڏهن
مثني بن حارثہ انهي جي جاءِ تي مقرر ٿيو. انهي وچہ
عربن جيڪا پُل فرات تي پڌي لنگهيا هئا، سا پوئين
ڪيرائي ڇڏي، تنهنڪري عربن کي ڀڄڻ جو وجهہ
ڪونہ مليو. لاچار موتي زياده همت سان وڙهڻ لڳا.
آخر گهوڙن تي چڙهي پاڻيءَ مان لنگهي جند ڇڏايائون.
انهي جنگ ۾ چار هزار عرب هئا. هيءَ خبر پڌي حضرت
عمر **جرير بن عبدالله** بجليءَ جي هٿ هيٺ هڪڙو
وڏو لشڪر مدينې مان مثني جي مدد لاءِ موڪليو ۽
وري به ايرانين سان وڃي وڙهيو. انهي پاسي

**مهران بن مهرو** به ٻارهن هزارن ماڻهن سان هو. سخت لڙائي ٿي، پر وري به عربن شڪست کاڌي. گهوڙي ورڇ گڏ ٿي تيرڪمان جي لڙائي ڇڏي نيزن ۽ ترارين سان وڙهڻ لڳا. مهران مارجي ويو ۽ ايراني پٺتي ويا ۽ عرب پٺيان پيئن ۽ فرات تي پل ٻڌي لنگهي بغداد کي ڦرڻ لڳا، جتي وڏا وڏا سوداگر گڏ ٿيل هئا. تمام گهڻو مال ۽ خزانو هٿ ڪيائون. سوداگر مدائن ڏي ڪسريٰ وٽ فريادي ويا. انهي وقت آزرمي دُخت ۽ پوران دُخت شاهزادين کان پوءِ ايراني اميرن يزدجرد بن شهريار کي ڳولي هٿ ڪري آڻي تخت تي وهاريو هو. انهي سپهسالار رستم بن فرخ زاد کي عربن سان وڙهڻ لاءِ تاڪيد ڪيو ۽ انهي ڪم لاءِ تمام وڏو لشڪر گڏ ٿيو ۽ شاهي خزانو ڪيڏي انهي تي خرچ ڪيو ويو. ايرانين جي اها تياري ٻڌي جرير ۽ مثني حضرت عمر کي اطلاع ڏنو. انهي خليفي حضرت علي ۽ عباس ۽ ٻين اصحابن سان صلاح مشورت ڪري **سعد بن وقاص** کي سپهسالار مقرر ڪري موڪليو ته خود مدائن تي ڪاهي وڃي ۽ قادسيه ۾ وڃي منزل گاهه ڪري ۽ اتي لڙائي ڪري ۽ وقت بوقت خبر موڪليندو رهي. سعد ڇهن هزارن ماڻهن سان قادسيه ۾ آيو. اتي ٻين پاسن کان به عربن جي مدد مليس. چون ٿا ته سعد جي لشڪر ۾ اصحاب

ويو. انهيءَ مان بدشگوني ٻيا نياڳ جي پوري سمجهيائين
۽ چوڻ لڳو ته افسوس مُلڪ کسي ويو. وري پڇيائين ته
اهو هٿ ۾ ڇا کنيو اٿوَ؟ هُن ورندي ڏني ته سُوط، جنهن جي
معنيٰ عربيءَ ۾ چهبڪ آهي ۽ فارسيءَ ۾ باهه معنيٰ اٿس.
اهو ٻڌي وري يزدجرد توڙي سندس اميرن افسوس
ڪيو ۽ بادشاهه چيو ته هاءِ هاءِ، ايران کي ساڙي ڇڏيائون.
وري پڇيائين ته اهي پيرن ۾ ڇا اٿوَ؟ هُن چيو ته نعلين،
جنهن جو فارسي ترجمو نالهه ٻڌايو ويو ۽ نالهه جي ٻي معنيٰ
آهي دانهن ۽ فرياد. يزدجرد وري به چيو ته اسان جي ملڪ
۾ فرياد وجهي ڏنائون. پوءِ هُن کي چيائين ته اوهين
جهنگلي بکايل آهيو، ڳوهون ۽ اُٺ جو گوشت کائيندڙ
آهيو. آنّ يا ڪپڙو يا خزانو جيڪو گهربل هجيوَ، اهو
ٻڌايو ته اوهان کي ڏجي. ملڪ ڦرڻ ۽ وڙهڻ ڇڏي ڏيو ۽
ماٺ ڪري هليا وڃو. هُن ورندي ڏني ته اسين برابر
جهنگلي ۽ بدڪار ۽ گمراهه هئاسين، پر اسان جي نبي پيدا
ٿيڻ کان پوءِ اسين سڌريل ۽ خدا کي سڃاڻندڙ ٿيا
آهيون. اسان وٽ بکُ ڪانهي ۽ اسين قناعت وارا آهيون.
اسين دين جي وات ۾ وڙهون ٿا. تون ۽ تنهن جي رعيت
يا مسلمان ٿيو ته اسين صلح ۾ موٽي وڃون، يا جزيه ڀري
ڏيو ته هُن جهڳڙن کان ڇٽو. بادشاهه کي چڙ آئي، تنهن
حڪم ڏنو ته هڪڙي ڇڄي مٽيءَ جي ڀري هُن کي ڏيو

۽ جيائين ته هي پنهنجن مٿن تي وجهو ۽ پنهنجي سردار
کي چئجو ته آءٌ جلد اهڙو لشڪر موڪليندس، جو
اوهانجي سردار ۽ سندس همراهن کي قادسيہ جي کاهيءَ
۾ پوري ڇڏيندو. هي پڙي عرب جيئي ڪٽي دربار مان
نڪري هليا ويا ۽ پنهنجي لشڪرگاه ۾ وڃي پهتا ۽ سارو
احوال پنهنجي سردار سعد بن وقاص کي ٻڌايائون. سڀئي
يزدجرد رستم بن فرخزاد کي هڪ لک ويهه هزار ماڻهن
سان موڪليو ته عربن سان وڙهي، ۽ ديرآءور ۾ هن
اچي منزل ڪئي. اتي هو چار مهينا رهي پيو ۽ وڙهڻ
کان پٺي نٽايائين، جو هنکي نڄو ميں کان نااميدي ۽
جهڙي خبر ملي هئي. آخر لاچار ٿي لشڪر وٺي نڪتو.
عربن جو سپہ سالار پنهنجي عيال سوڌو قادسيہ جي محلات
۾ لٿل هو. رستم ايراني لشڪر کي تيرهن صفن ۾ بيهاريو
۽ انهنجي مقابل سعد بن وقاص عربن جون فقط ٽي صفون
بيهاريون. رستم جي لشڪر ۾ ٽيٽيهہ هاٿي هئا، جن تي
ويهہ بهادر ويٺل هئا. انهن هاٿين مسلمانن کي گهڻو نقصان
رسايو. انهن مان هڪڙو اڇو هاٿي هو، جو شاپور جي وقت
جو هو ۽ هيندڙ اڳائي سون ورهن کان پوءِ به جيئرو هو ۽
جنگ ۾ ڪم پئي آيو. پهرين جنگ دستور مو جب تير ۽
ڪمان سان شروع ٿي. پوءِ ڪمانون ڇڏي نيزا ۽
تراريون ڪڍيائون. عرب ايرانين کي هٽائي اچي لشڪر

جي وچ ڏاري پيا. رستم هڪدم گهوڙي تان لهي
پيو، ۽ سندس پيٺ سردارن به ائين ڪيو. پوءِ ڪاهي
عربن ۾ پيا. سخت خونريزي ڪيائون. هڪڙو عرب
پهلوان ابوالمحجن ثقفي نالي، جنهن کي شراب پي
نشئيءَ ٿيڻ جي ڪري سعد بن وقاص زنجير وجهي ڪٽي
قيد ڪيو هو، تنهنکي عربن جي سخت حالت ڏسي
ڏاڍو جوش آيو. پنهنجي ڪنهن سنگتيءَ کي چيائين
ته منهنجا زنجير لاهه ۽ سردار سعد وارو ابلق گهوڙو ۽
سندس هٿيار مونکي آڻي ڏي ته آءُ وڃي ايرانين ۾
ڦڙڦوٽ وجهان. پوءِ جي جيئرو بچيس ته
هتي ايندس، پوءِ وري ڪٽي مونکي زنجير وجهجو.
هن آزاد ڪيس ۽ گهوڙو ۽ هٿيار سپهسالار جا آڻي ڏنائينس.
هو سنبري جنگ جي ميدان ۾ وڃي شامل ٿيو. هن
پنهنجو منهن ڍڪي ڇڏيو هو، جنهنڪري سڃاڻڻ ۾ نٿي
آيو. خود سعد وقاص، جنهن محلات جي ڇڄهريءَ تي پنهنجي
زال سميت ويٺي جنگ جو تماشو ڏٺو، تنهن به ابوالمحجن
کي ڏاڍي بهادريءَ سان وڙهندو ڏٺو ۽ حيران هو ته هي
الاهجي ڪير آهي. ديو آهي، ماڻهو ته ڪين آهي. جي
هو اهڙي همت نه ڪري ها ته عربن ذري گهٽ شڪست
کاڌي هئي. سانجهه لٿي ڏاري هو وري آيو ۽ اچي پاڻ
کي زنجير وجهارائي ويهي رهيو. جڏهن سعد کي ابوالمحجن

جي بهادرنيءَ جي خبر پئي، تڏهن ھڪدم وٽس آيو ۽ زنجير لهرائي آزاد ڪيائينس ۽ عزت آبرو ڏنائينس ۽ انجام ڪيائين تہ وري شراب پيئڻ ڪري توکي ڪڏهين بہ سزا نہ ڏيندس. ابو المحجن چيس تہ مون اڳئي پڪو ارادو ڪيو آهي تہ وري ڪڏهن بہ شراب نہ پيندس. اها جنگ چار ڏينهن برابر هلي، ۽ انهيءَ پنج سؤ عرب ماريا. پئي ڏينهن ڏهہ هزار ماڻهو مدد لاءِ شام منجهان اچي انهن سان گڏيا ۽ انهن جو سردار **قعقاع** بن عمرو هو، جنهن دشمن جي طرف جا ٽيهہ پهلوان هڪ هڪ ڪري ماريا. انهي ڏينهن عربن جا هزار ماڻهو ماريا ۽ ايرانين جا ڏهہ هزار ماريا. ٽئين ڏينهن هاٿين جي ڪري، خاص سفيد هاٿيءَ جي ڪري، عربن کي ڏاڍي تڪليف پهتي. نيٺ عربن انهي سفيد هاٿيءَ ۽ هڪڙي ٻئي کي اکين ۾ نيزو هڻي انڌو ڪري ڇڏيو ۽ هو اُٿي هڪ پاسي ڀڳا. انهنکي ڏسي ٻيا سڀ هاٿي بہ انهن جي پٺيان لڳا. گهڻوئي روڪيائون، پر نہ رهيا. چوٿين ڏينهن بہ جنگ سخت ٿي، پر اڳين جي وقت سخت واءُ لڳو ۽ رستم سپہ سالار جي مٿان جا چانو لاءِ جنهن يا شاميانو بيٺل هو، سو اُڏامي ويو ۽ آرڙهہ جي گرميءَ ڪري هو اُس ۾ ويهي نہ سگهيو. سندس تاخت خزاني جي خچر جي ڇانو ۾ ڪٽي پيائون. انهي تي ويٺو هو تہ قعقاع ڪن سپاهين سان

ڪاهي وڃي خچر کي ترار جو ڌڪ هنيو. هوءَ رستم تي ڪري پئي. ڏاڍي ضرب آيس. پاسي ۾ وهندڙ پاڻي هو، تنهن ۾ وڃي پيو. مٿي تي جواهرن سان جڙيل ڇٽ هوس. هڪڙي عرب سڃاڻي گهلي ٻاهر ڪڍيس ۽ ترار سان سسي لاهي نيزي تي چاڙهي مٿي ڪيائين. ڪن لکيو آهي ته رستم پاڻيءَ ۾ ٻڏي مئو. هن جو ڇٽ، جو قيمت ۾ هڪ لک دينارن جو هو، سو به هٿ ڪيائون. پوءِ ته ايراني اُٿي ڀڳا ۽ عرب پٺيان پين. گهڻا ماريا ۽ ڪي قيد ٿيا. لکن ايراني ماريا ۽ قيد ٿيا ۽ عربن جا ٽي هزار ماريا. ايترو قيمتي مال عربن جي هٿ آيو، جو حساب ۽ ڳاڻيٽي کان ٻاهر هو. هرهڪ سپاهيءَ کي ايترو سون مليو، جو چانديءَ ۽ ٻين شين تي پئي مٽايائون. ڪافور ۽ ٻيو قيمتي سامان ايترو ملين، جو لوڻ ۽ ٻين ڪاڌي جي شين تي پئي بدلايائون.

جڏهن يزدجرد کي رستم جي مارجڻ ۽ ايرانين جي شڪست کائڻ جي خبر پهتي، تڏهن وري ٻيو لشڪر تخارجان هيٺ مدد لاءِ موڪليائين، جنهن وٽ ڳچ لشڪر به وري اچي گڏ ٿيو. وري عربن ۽ ايرانين جي ويڙهه ٿي، جنهن ۾ زهير بن سليم تخارجان کي ماري وڌو ۽ سعد جي مرضيءَ موجب انهيءَ جي پوشاڪ ڍڪي انهيءَ جي گهوڙي تي چڙهي سعد وٽ آيو. ايراني [illegible]

کي پوءِ مدائن ۾ آيا. انهيءَ فتح جي رپورٽ سعد وقاص خليفي حضرت عمر کي مديني ۾ پهچائي، جو پڙهي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ خدا جا شڪرانا بجا آندائين.

جڏهن رستم مارجي ويو ۽ ايراني لشڪر پوءِ ويو ۽ يزدجرد کي وري مقابلي ڪرڻ جي ڪا اُميد ڪا نه رهي، تڏهن پنهنجو خزانو ۽ حرم کڻي مدائن مان نڪري نهاوند ۾ آيو ۽ مدائن ۾ رستم جي ڀاءُ **خورزاد** کي نائب ڪري ڇڏي ويو. سعد بن وقاص گهوڙن تي ئي لشڪر دجلي منجهان لنگهائي مدائن ڏي آيو. خورزاد هنڪي سامهون ٿيو، پر طاقت نه ساري پوءِ ويو ۽ وڃي جلولا ۾ نڪتو، جتي يزدجرد بہ آيو. سعد بن وقاص ڪجهه لشڪر جلولا ڏي روانو ڪري پاڻ مدائن ۾ اچي محلاتون ۽ شهر لُٽڻ لڳو. نهايت گهڻو خزانو ۽ قيمتي شيون هٿ ڪيائين. مٽن جا مٽ ڪافور ۽ سون رپو ۽ جواهر بي انداز هٿ لڳس. محلات مان هڪڙو جواهرن لڳل غاليچو کڻيائون، جو سٺ گز چورس هو. اُهو خليفي حضرت عمر ڏي مديني ۾ موڪليو ويو، جنهن ٽڪر ٽڪر ڪري اصحابن ۽ پٽن کي وراهي ڏنو. جون ڏا ٽڪر هٿ جيڏو ٽڪر انهي مان حضرت علي ؑ کي مليو، جو ويهن هزارن درهمن يا دينارن ۾ وڪڻي " بڻا . سعد وقاص عمرو بن مالڪ کي لشڪرسان

جلولا ڏي موڪليو ۽ رستمي ۾ تازي مدد مدينې مان آيل
۾ شامل ٿيس. يزد جرد خور زاد کي انهن سان وڙهڻ لاءِ ڇڏي
پاڻ جلوان ڏي نڪري ويو. خورزاد شڪست
کاڌي ۽ وري ۾ گهڻو خزانو هٿ آين، جو فتحنامي سان
مدينې ڏي موڪليو ويو. ايترو خزانو اڳي ڪڏهن ٿيو، جو
درجي وار وراهڻو ٿيو. حضرت جنهجي چاچي عباس ۽
حضرت علي ۽ امام حسن ۽ حسين ۽ سلمان ۽ ابوذر ۽ ٻين
بدروارن اصحابن مان هر هڪ کي پنج هزار دينار مليا،
۽ حضرت جن جي ٻي ٻين مان هر هڪ کي ڏهه هزار، فقط
بي بي عائشه کي ٻارهن هزار. جي قادسيه جي جنگ
وقت مسلمان ٿيا هئا، تنکي ڏيڍ ڏيڍ هزار.

جلولا جي جنگ جي شڪست جو پڇڙي يزد جرد
بادشاهيءَ جي دعوي ڇڏي رَيِ ولايت ڏي ڀڳو ۽ سعد بن
وقاص کي مدينې مان حڪم پهتو ته هاڻي عراق عرب ۾
رهي پوي ۽ ڪوفه ۽ بصره ۽ پيا شهر پڏي. اهو هجري
سورهون سال هو. انهي وچ ۾ ابو موسيٰ اشعري لشڪر
مدينې مان وٺي خوزستان ۾ آيو ۽ اتي جي والي هرمز
کي قيد ڪري مدينې ڏي ڏياري موڪليائين. هوڏي
يزد جرد رَيِ مان جهان اصفهان ۽ ڪاشان ۽ قُم ۽ طبرستان
۽ دامغان ۽ ٻين پاسن جي اميرن کي لکيو ته جيترا ماڻهو
مدد لاءِ ڏئي سگهن سي نهاوند ڏي موڪلين،

حاڪم **فيروزان** کي اسان سپہ سالار مقرر ڪيو آهي.
سگهوئي هڪ لکہ پنجاہ هزار سوار ۽ پيادا اچي اُتي گڏ
ٿيا . انهي وچہ سعد بن وقاص مو تي مدينی ويو هو ۽ انهي
جي جاءِ تي **عمار بن ياسر** کوفي ۾ مقرر ٿيو هو،
تنهنکي ايرانين سان وڙهڻو پيو . هن هڪڙو قاصد حضرت
عمر ڏي موڪليو تہ ايراني وري لشڪر گڏ ٿا ڪن، هاڻي
ڪهڙو حڪم؟ خليفي حضرت عمر اُنهي قاصد کان پهرين
پڇيو تہ تنهنجو نالو ڇا آهي؟ هن چيو تہ قريب بن ظفر.
خليفي اها چڱي فال سمجهي خوش ٿي چيو تہ تڏهن
ظفر قريب آهي يعني فتح ويجهي آهي . حضرت عمر
حضرت علي ۽ عباس جي صلاح تي حڪم ڏنو تہ عربن جي
لشڪر جو اڌ ڀاڱو شام ۾ يعني ڪوفہ ۽ بصري ۾ رهي ۽
ٻيو اڌ وڃي ايرانين سان وڙهي ، انهي لاءِ **نعمان بن
مقران مزني** ، جو اصحابن مان هڪڙو هو، اُهو
سپہ سالار مقرر ڪيو ريو. اُهو ٽيهہ هزار ماڻهو وٺي خليفي
جون فهمائشون ۽ هدايتون ٻڌي روانو ٿيو. فيروزان عربن
جي اچڻ جو ٻڌي کاهيون، کڏائي مضبوط ٿي ويٺي رهيو.
عرب بہ ڪوهہ ڏيڍ پنڌ تي اچي منزل هڻي ماٺ ڪري
ويٺي رهيا. ٻہ مهينا گذري ويا تہ نہ هي جُرن نہ هو
ن . نيٺ فيروزان عربن مان هڪڙي کي قاصد موڪلي
نهي لاءِ تہ معلوم ڪري تہ دشمن جي ڇا مرضي

آهي. انهي کان معلوم ٿيس ته سواءِ لڙائي ۽ فتح جي
ممڪن جو پيو مطلب ڪونهي، تنهنڪري فيروزان جوائي
موڪليو ته جو ٽين ڏينهن آءٌ اوهان سان اچي جنگ
ڪندس. پوري انجام تي فيروزان ايراني لشڪر
وٺي وڃي جنگ ڪئي، جا ٻه ڏينهن هلي. نيٺ ٽئين
ڏينهن، جو جمعي جو ڏينهن هو، تمام سخت لڙائي لڳي.
اسي هزار ايراني ماريا ۽ فيروزان ڇهن هزارن ماڻهن سان
ڀڄي جبلن ۾ وڃي پناهه ورتي. نعمان به انهي جنگ ۾
مارجي ويو. سندس پٺ سويد پيءُ جا ڪپڙا ڍڪي پئي
وڙهيو ته ماڻهو هنجي مارجڻ ڪري بيدل نه ٿين.
قعقاع بن عمرو فيروزان جي پنجاه هزار ماڻهو وٺي ويو ۽
وڃي انهيکي ماريائين. انهي جنگ ۾ به تمام گهڻي لٽ
هٿ آئي. سرڪاري خمس يا پنجين پتي ڪڍڻ کان
پوءِ به هرهڪ سوار سپاهيءَ کي ڇهه هزار درهم ۽ هرهڪ
پيادي کي ٻه هزار درهم مليا. هڪڙو نهايت قيمتي جت ۽
ڪي قيمتي زيور به هڪڙي هنڌ زمين مان پوريل نڪتا،
جي معلوم ٿيو ته خسرو پرويز جي امير تخار جان ۽ انجي
زال جا هئا ۽ انهنکي انهي بادشاهه ڏنا هئا. اهي به مدينې
ڏي موڪليا ويا. اها نهاوند جي فتح اعزي وڏي شمار
۾ آئي، جو اها عربن ۾ فتح الفتوح سڏجڻ ۾ آئي. لهه
کان پوءِ يزد جرد دراسان ڏي ڀڳو. طبرستان جي

گهڻا تحفا موڪليس ۽ خدمت چاڪري ڪيس، پر
هوائي پر نہ تڪيو. سجستان ۽ نيمروز مان لنگهندو طوس
جي هڪڙي قلعي مروجي پناهہ ورتائين. نيٺ اتان بہ نڪري
مرو ڏي ويو. اهو هجري سن ٽيهون هو ۽ خليفي عمر جي
وفات کان پوءِ خليفو عثمان خلافت جي گاديءَ تي هو.
انهيءَ جڏهن معلوم ٿيو تہ يزدجرد اجا جيئرو آهي ۽
ايراني وتس گڏ پيا ٿين، تڏهن هن ابو الياس کي لشڪر
سان خراسان ڏي موڪليو. يزدجرد انهي وچہ پنهنجي
مرو ۾ آيو هو. مرو جو حاڪم **ماهويہ سُوري** نالي هو.
اهو ساساني بادشاهيءَ جي ڪمبختي ڏسي هن سان
بدمزاجي ڪرڻ لڳو ۽ چين ۽ ترڪستان جي خاقان سان
انهيءَ جي برخلاف لکپڙهہ ڪرڻ لڳو ۽ خاقان لشڪر وٺي
جيحون ندي اڪري اوچتو مرو جي قلعي تي اچي بيٺو.
ماهو يزدجرد کي ڏنس. ويچارو يزدجرد انهي اوچتي آفت
کان بچڻ لاءِ پيرين پيادو پنهنجي نڪتو. پر تي ڪوهہ
ڪري هڪڙي جاندا هہ مروجي اڪو. جاندا هہ واري
کان رات رهڻ جي موڪل گهريائين . هن جيو تہ مونکي
چار درهم ڏي تہ پوءِ رهائيين. يزدجرد وٽ پيسو تہ ڪونہ
هو. پنهنجي ترار جو جيلهہ وارو قيمتي پٽو انهيءَ
ڏئين . پوءِ وچي، ڪنهن ڪنڊ ۾ سمهي رهيو . هن
پڻ هہ واري هنجا ڪپڙا قيمتي ڏٺا ، تن جي طمع تي

هن کي ماري سندس لاش نهر جي پاڻيءَ ۾ اُڇلائي ڇڏيائين، جنهن جي ڪناري تي جانبداهہ ڪٽل هئي. صبح جو ماهويہ جي ماڻهن ڳولي اچي اها لاش ڪڍي ۽ جانبداهہ وارو ڀڄي ويو ۽ رلندي مري ويو. ماهويہ يزدجرد جي لاش اصطخر ڏي ڏياري موڪلي، جتي بادشاهن جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. انهيءَ سال ۾ عربن روم جي قيصر قسطنطين کي به آخرين شڪست ڏني ۽ قيصر مارجي ويو ۽ اها شهنشاهت به ايران جي شهنشاهت وانگي عربن جي هٿ ۾ آئي.

# ضميمه

مٿي جن بادشاهن جو ذڪر آيو آهي، تن جي تفصيل وار يادداشت هيٺ ڏجي ٿي ۽ جيترا ورهه بادشاهي ڪيائون ۽ ڪهڙي سن ۾ هئا سو به شاهنامي موجب هيٺ ڏجي ٿو:

## (١) پيشدادي خاندان (١٣٤١ ورهه بادشاهي)

(١) ڪيومرث- ٤٠ ورهه - ٩٠٠ ورهه عيسوي سن کان اڳ.

(٢) هوشنگ - ٤٠ ورهه.

(٣) طهمورث ديوبند- ٣٠ ورهه - ٨٣٠ ورهه ع-سن کان اڳ.

(٤) جمشيد- ٧٠٠ ورهه.

(٥) ضحّاڪ تازي- ١٠٠٠ ورهه.

(٦) فريدون- ٥٠٠ ورهه- ٧٥٠ ورهه عيسوي سن کان اڳ.

(٧) منوچهر- ١٢٠ ورهه.

(٨) نوذر- ٧ ورهه.

(٩) زاب بن طهماسپ (زَو)- ٩ ورهه.

') گرشاسپ ٢٠ ورهه.

## (٢) ڪياني خاندان ( ٧٣٢ ورهه بادشاهي )

(١) ڪيقباد - ١٠٠ ورهه - ٧٣٠ ورهه عيسوي سن کان اڳي.
(٢) ڪيڪاؤس - ١٥٠ ورهه - ٦٢٥ ورهه "
(٣) ڪيخسرو - ٦٠ ورهه - ٥٥٩ ورهه "
(٤) لهراسپ - ١٢٠ ورهه - ٥٩٢ ورهه "
(٥) گشتاسپ - ١٢٠ ورهه - ٤٨٠ ورهه "
(٦) بهمن درازدست - ١١٠ ورهه - ٤٢٤ ورهه "
(٧) هما (خماني) - ٣٢ ورهه - ٤٠٠ ورهه "
(٨) داراب - ١٢ يا ١٤ ورهه - ٣٨٩ ورهه "
(٩) دارا بن داراب - ١٤ ورهه - ٣٧٥ ورهه "
(١٠) سڪندر رومي - ١٤ يا ١٧ ورهه - ٣٣١ ورهه "

---

## (٣) آشڪاني خاندان (٣٠٠ يا ٥٠٠ ورهه بادشاهي)

(١) اشڪ بن اشڪان.
(٢) شاپور بن اشڪ - ٤٢ ورهه = ١ ع.
(٣) بهرام بن شاپور - ١١ ورهه.
(٤) بلاش بن بهرام.
(٥) هرمز بن بلاش - ١٩ ورهه.
(٦) نوش بن بلاش - ١٤ ورهه.
(٧) فيروز بن هرمز - ١٧ ورهه.
(٨) بلاش بن هرمز - ١٢ ورهه.

(۹) خسرو بن بلاش - ۴۰ ورهه .
(۱۰) بلاش بن بلاش - ۲۴ ورهه .
(۱۱) اردوان بن بلاش - ۱۳ ورهه .
(۱۲) اولاد بن اشڪان - ۲۳ ورهه.
(۱۳) بلاش بن اشڪان - ۱۲ ورهه.
(۱۴) گودرز بن بلاش - ۳۰ ورهه .
(۱۵) بيژن بن گودرز -۲۰ ورهه.
(۱۶) گودرز بن بيژن - ۱۰ ورهه ورهه.
(۱۷) نرسي بن بيژن - ۱۱ ورهه.
(۱۸) اردوان بن نرسي .

---

## (۴) ساساني خاندان (۴۲۶ ورهه بادشاهي)

(۱) اردشير بن بابڪ - ۴۰ ورهه- ۲۲۶ عيسوي.
(۲) شاپور بن اردشير - ۳۰ ورهه - ۲۴۰ ع .
(۳) هرمز بن شاپور -۱ ورهه - ۲۷۱ ع.
(۴) بهرام بن هرمز- ۳ ورهه- ۲۷۲ ع.
(۵) بهرام بن بهرام- ۱۹ ورهه -۲۷۶ ع.
(۶) نرسي بن بهرام- ۹ ورهه- ۲۹۳ ع.
(۷) هرمز بن نرسي- ۹ ورهه- ۳۰۳ ع .
(۸) شاپور بن هرمز (ذوالاڪتاف)- ۷۰ ورهه- ۳۱۰ ع.
شاپور بن شاپور- ۵ ورهه- ۳۸۵ ع.
ـهرام بن شاپور- ۱۴ ورهه- ۳۹۰ ع.

(١١) يزد جرد اثيم- ٣٠ ورهر- ٤٠٤ ع.
(١٢) بهرام بن يزد جرد (گور)- ٦٣ ورهر- ٤٢٠ ع.
(١٣) يزد جرد بن بهرام- ١٨ ورهر- ٤٣٨ ع.
(١٤) هرمز بن يزد جرد- ١ ورهر- ٤٣٩ ع.
(١٥) فيروز بن يزد جرد - ١١ ورهر- ٤٥٨ ع.
(١٦) بلاش بن فيروز- ٥ ورهر- ٤٨٤ ع.
(١٧) قباد بن فيروز- ٤٣ ورهر- ٤٨٨ ع.
(١٨) كسري بن قباد (نوشيروان)- ٤٨ ورهر- ٥٣١ ع.
(١٩) هرمز بن نوشيروان- ١٢ ورهر- ٥٧٩ ع.
(٢٠) خسرو بن هرمز (پرويز)- ٣٨ ورهر- ٥٩١ ع.
(٢١) قباد بن خسرو (شيروير) -٦ مهينا- ٦٢٨ع = ٧ هر.
(٢٢) ارد شير بن شيروير- ٦ مهينا- ٦٢٨ ع = ١٠ هر.
(٢٣) شهريار بن فرائين (گراز)- ١ ورهر- ٦٢٩ ع.
(٢٤) جوان شير بن خسرو پرويز- ١ ورهر- ٦٣٠ ع.
(٢٥) پوران دُخت بنت خسرو پرويز- ٦ مهينا- ٦٣١ ع.
(٢٦) فيروز يا جشينده.
(٢٧) آزرمی دُخت بنت خسرو پرويز- ٤ مهينا- ٦٣١ع.
(٢٨) كسري بن ارد شير.
(٢٩) فرخ زاد بن خسرو- ١ مهينو.
(٣٠) يزد جرد بن شهريار- ٢٠ ورهر- ٦٣٢ ع = ٢٠ هر

Printed and published by Jethmal Parsram Gulraj at the
BLAVATSKY PRESS, Hyderabad Sindh.

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪـري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بہِ ڪُـوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهـن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪـوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مـدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنــدا. پَنَــن پــاران ڪتــابن ڪــي ڊِجيِٽــائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نـہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو بيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪـم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي ڄَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)